ڳَڍهن ڪِين هَوم، آثار عِشق جو
مَحبوبن مِنٿون ڪري، سِڪَڻ سيکاريوم،
تيهان پوءِ ٿِيوم، سَنڌي پِريان پيچري.

ڪتاب جو نالو : سِڪڻ سيکاريوم
موضوع: لطيفيات ۽ صوفي ازم
ليکڪ: چاچا محمد علي لغاري
ايڊيٽر: لياقت عزيز
سهڪار: باغ علي لغاري
ٽائيٽل لي آئوٽ : نعيم ديسوالي
ڪمپوزنگ : باغ علي لغاري
ڇپائي جو سال : 2014
تعداد: 500
ڇپائيندڙ: ڊي سنڌ اڪيڊمي، حيدرآباد، سنڌ
ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز ربي چيمبر، حيدرآباد
قيمت: 100 رُوپيا

ڪتاب ملڻ جو هنڌ:
گهر نمبر B_38، گوسپل هومز.
نوڙد سونهري بُڪ لينڊ، قاسم آباد، حيدرآباد.
فون: 0300_3020447



**Sikan Sekhariom**

| | |
|---|---|
| Compiled by: | **Chacha Mohammad Ali Leghari** |
| Edited: | Liaquat Aziz |
| Title design: | Naeem Deswali |
| Composing: | Bagh Ali Leghari |
| Printing: | Intel Communications, Hyd. |
| Published by: | The Sindh Academy, Hyderabad. |
| Year: | 2014 |
| Qty: | 500 |
| Price: | Rs. 100-00 |

# ارپنا

بابا سائين جي حُڪم تي تہ آئون سندن وڏو پُٽ، سندن نئين لِکيل ڪتاب ۾ ارپنا لاءِ بہ لفظ لِکان. آئون هڪ ڊاڪٽر ماڻهو مريض جي نبض ڏسي دوا تجويز ڪندڙ نِنڍڙو طبيب، آئون ڇا ڄاڻان، تہ ارپنا ڪيئن لکبي آهي! روزانہ صبح جو اُٿي جيئن ئي بورچي کي چانھ ناھڻ لاءِ هيٺ لھي، سڏ ڪريان تہ بابا سائين، پنھنجي ڪمري جو در کولي مونکي چوي تہ بابا مُنھنجي ڪتاب لاءِ بہ اکر لِکيئي؟

آئون ڪِھڙو جواب ڏيان! تہ بابا آئون ڪِھڙو وڏو اديب آهيان. جنھن ڪان اوھان ايڏو وڏو ڪم ڪرايو. لکڻ لاءِ تہ هڪڙي ڪيفيت گھُرجي. جڏهن اندر جو انسان ضمير جي ڳُن مان تڙپي ٿو تہ اُن وقت، اُن جي اندر مان اکر، اُلا بڻجي قلم جي نوڪ تي اچي، پني تي پنھنجو عڪس ڇِٽين ٿا. ۽ آئون هن وقت ان ڪيفيت ۾ اکين جي آلاڻ سان هي چند اکر اُچارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.

جيئن تہ مُنھنجي وابستگي هڪ غريب هاري گھراڻي سان آهي، جڏهن ننڍي هوندي جا عڪس منھنجي ذهن تي تري اچن ٿا. اُن وقت جون يادون منھنجي اندر جي انسان کي اُتساھ جو سبق ڏين ٿيون. اُن اُتساھ ۾ محنت، سچائي، پيار، اُڪير ۽ رُڳو ڏيڻ ۽ ڏيڻ جي سدا ٻُڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ تي اچي. اسان جي گھر ۾ ان سڄي غريب ماندڻ ۾ مُنھنجو ڏاڏو گلڻ خان لغاري ۽ ڏاڏي سعيده جا چھرا مُنھنجي آڏو اچي ٿا وڃن. منھنجي اکين آڏو تري ٿو اچي سندن چھرو اڇا سادا ڪپڙا پھريل، اڇي ڏاڙھي، شمپر، مٿي تي اڇي ململ جو نج سنڌي پٽڪو ۽ لٺ هٿ ۾، صبح سوير سيني گھرياتين کي اُٿاري ٿو. ننڍن ٻارن کي اسڪول وڃڻ جي هدايت ڪري ٿو. وڏن کي پاڻ

سان گڏ، ٻني تي سوير هلڻ جي تلقين ڪري پاڻ سان گڏ وٺي وڃي ٿو. صبح کان شام تائين، پوءِ ڀلي ڪِهڙي بہ موسم بہ هُجي، گرم کان گرم توڙي سرد کان سرد هي جُمور پوڙهو ڪڏهن بہ مايوس نظر نہ آيو. پنهنجي پورهيي سان پيار ڪرڻ، پنهنجي ٻني سان عشق، هاريي تي فخر ڪرڻ سندن شان هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ ٻہ ڏينهن بہ ٻني تي رهيو پيو هوندو هو. پوءِ ڀلي ماني مِلي يا نہ مِلي. بغير بستري جي بہ پٽر سيراندي ڪري سُمهي رهندو هو.

ايڪڙن جا ايڪڙ ٻني مان جهنگ ڪيئي، اُن کي پوکي لائق بنائڻ جو فن تہ ڪو ڏاڏا سائين کان سکي. جڏهن چئبو تہ بابا هي جهنگ تہ زميندار کي ڪيرائڻ گهُرجي، تہ چوندو هو تہ بابا محنت جو مزو ئي پنهنجو آهي. سچائي جو لُطف ئي پنهنجو آهي. هڪ دفعي پُڇيومانس، ڏاڏا! ڀلا اسان جي سڄي ڳوٺ ۾ سيني کي زمين وٺڻ جو شوق هو. سڀ وڏا زميندار ٿي ويا. اوهان ذرو بہ ڪوشش نہ ڪئي. چو ڀلا! چيائين تہ بابا! اسان کي هيرا ڦيري ڪرڻ ڪونہ ٿي آئي. اسان پنهنجي سڄي زندگي مزدوري ڪندي ايمانداري سان گُذاري. اسان کي غلط طريقن واري مِلڪيت مزو ئي نہ ڏئي ها. ۽ نڪو راس اچي ها.

ابا! اوهان کي تعليم جي مِلڪيت هٿ ڪرڻ گهُرجي. جنهن جو نہ مُله آهي، نہ اُن کي وِڪرو ڪري سگهجي ٿو. ۽ نہ اُن کي نيلام ڪري سگهجي ٿو. ۽ نہ ئي اُن کي ختم ڪري سگهجي ٿو. اوهان ننڍا، سڀ علم جي زيور سان مالا مال ٿجو. علم جهڙي دولت جو مزوئي پنهنجو هوندو آهي. ڏاڏا سائين، پنهنجي تڪليفن جو ذڪر ٻڌائيندي، اکين ۾ لُڙڪ تاري چوندو هو تہ ابا ڪِهڙي سورن جي اوهان کي خبر ٻڌايان، ابا آئون غريب ماڻهو غُربت سبب ڳوٺ جي رئيس وٽ، آسي ثوبَن آن تي وِڪاڻل هُئس. آسي ٿويا آن جا وٺي پنهنجي ٻچن جي ٻُڪيئي پيٽ جي باھ تي چنڊا وڌا هئا. ۽ پوءِ پُڇيومانس، تہ ڏاڏا! اوهان ڪيترن سالن ۾ پاڻ کي آزاد ڪرايو. چيائين تہ ٻچا ڪِهڙا ٿو سور جاڳائين، لڳ ڀڳ ڏھ سال اُن آسي ثوبَن آن جو قيد ڪاٽي آزاد ٿيو هُوس. ڏاڏا سائين جي زندگي جي ساٿي ۽ مُنهنجي ڏاڏي سعيده جي بہ ڪهڙي ڳاله ڪجي. صاف سُتري مَن جي مالڪ. نِج سنڌي ويس، غربي چولو مٿي تي سنڌي پوتي پاتل، آچي ڪپه جِهڙي سُندر چهري جي چا ڳاله

ڪجي! صبح سوير ماني پچائي، لَسي وِلوڙڻ ۽ مکڻ جا چاٽان، اَڄ به ياد آهن. رات جو گهُمي ڦري ڪيترو به دير گهر اچبو ته اُن جهور پوڙهي ڪي اسان انتظار ڪندي ڏٺو. گهر اچڻ شرط پڇڻ ته ابا! آئون ويٺي ٿيءِان لاءِ آهيان ته ٻچن ڪي ماني کارائي پوءِ سُمهان. رات جو جنڊ هَلائي آتو پيهڻ، سڄي گهر جي صفائي سُٿرائي ڪرڻ، مهمانن جي ماني تيار ڪرڻ، ٻني تي وڃي، ڏاڏا سائين جو ٻانهن ٻيلي ٿيڻ، ڪهڙي ڳاله ڪجي! ڇا لکي ڇا لکجي!

اڄ گهڙيال جي گهنٽي، اڳتي وڌي چُڪي آهي. منٽ، مهينا، سال گُذري ويا آهن. وقت گُذري ويو آهي. هاڻي رڳو سندن يادون ۽ ڳالهيون آهن.

جيئن ته بابا سائين جو ڪتاب، لطيف سائين جي شاعري ۽ اُن جي سبق تي لکيل آهي. آئون سمجهان ٿو ته هن ڪتاب جي ارپنا پنهنجي ڏاڏا ۽ ڏاڏي جي نالي ڪرڻ گهرجي، جيڪي سِڌا سنوان، لطيف سائين جي شاعري جو هڪ ڪردار هُئا. غريب، مِسڪين، سچا ۽ پيار ڪرڻ وارا ماڻهو هُئا. مايوسي جو لفظ جڻ ته سندن زندگي جي ڪتاب ۾ لِکيل ئي نه هو. پنهنجي سڄي زندگي پورهيئي ڪرڻ کي ترجيح ڏيڻ ۽ ڪُجه ڪرڻ جو پيغام ڏنو. اڄ اُن پيغام کي، اڳتي وٺي وڃڻ لاءِ بابا سائين "سِڪڻ سيڪاريو" جي نالي سان هي ڪتاب لِکي، حق ۽ سچ سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڏاڏا سائين پنهنجي اولاد کي تعليم جي دولت حاصل ڪرڻ جو سبق ڏيئي، پنهنجو پاڻ کي آسي ٿويا آن ۾ وِڪاٽل واري غُلامي مان ته آجو ڪرائي ويو ليڪن اڄان تائين منهنجي جيجل سنڌ ۾ اَڄ به ڪيترا اهڙا گُلڻ خان موجود هُوندا! جيڪي اڄ تائين به غُلامي جي چَڪي ۾ پيسجي رهيا آهن. ڪاش! هي ڪتاب، اُن غُلامي جي طوق جي هِڪڙي ڪڙي کي ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿئي. ڪاش !!!

پنڻ جي پورهيئي مان، ڪِنهن مَ پريا پَل،
مانجهي سي اَمله، هر جَنهين جي هٿ ۾.

ـ ڊاڪٽر انور لغاري



چاچا محمد علي لغاري ـ صوفي شاهہ عنايت شهيد جي درگاهہ تي دعا گهرندي



چاچا محمد علي لغاري ۽ ڪجهہ دوست ـ صوفي شاهہ عنايت شهيد جي درگاهہ تي




چاچا محمد علي لغاري ’پاڻي سنڌ جو حق‘ لاءِ مارچ دوران




چاچا محمد علي لغاري ’پاڻي سنڌ جو حق‘ لاءِ مارچ ڪندي



چاچا محمد علي لغاريءِ دوست ـ صوفي شاهہ عنايت شهيد جي درگاهہ جي در تي



چاچا محمد علي لغاريءَ جو فرزند ڊاڪٽر انور لغاري
فري ميڊيڪل ڪئمپ ۾ هڪ ٻارڙي جي چڪاس دوران



ڊاڪٽر انور لغاري



چاچا محمد علي لغاريءَ
جو پوٽو اسد لغاري

# فهرست

# پنهنجي پاران

مُنور جي چورڻ تي، سوچڻ لڳس، هو جڏهن بہ فون ڪندو آهي، تڏو ساهہ ڪٽي پنهنجي آرزو پنهنجي تمنا ڏينڪاريندي چوندو آهي تہ بابا هِڪڙي گُذارِش ڪريان جي اِجازت ڏِيو تہ. چيومانس ڳاله ڪر بابا، تہ ڏُڪارو تي چوندو آهي تہ بابا امان کي ياد ڪريون. بابا آئون چاهيان ٿو تہ آمان تي ڪِتاب لِکون، ۽ اُهو توهان لِکو بابا آمان توهان جي جيون ساٿي هُئي. ۽ بابا توهان زندگي ڪِهڙي تہ ڏُکي ۽ زهر جا ڏُڪ پيري گُذاري آهي. اِهو پنجاهہ سالن جو سفر، جيڪو توهان گڏجي گُذاريو طئي ڪيو. اُن ڪڙي سچ کي، جهڙي نموني توهان ڪاغذ جي پني تي، سنڌي ماڻهن کي ٻُڌائي سگهو ٿا، اُهڙي نموني آئون ڪيتري بہ ڪوشش ڪريان، پر پيش نہ ڪري سگهندس.

مُنور کي مون دِلداري ۽ دِلاسو ڏيندي ها ڪئي، ۽ واعدو ڪيو تہ ٿُنهنجي نيڪ خَيال جو آئون ضرور خيال رکندس، پرم رکندس، پوءِ مونکي چاهي ڪيتري بہ تڪليف اچي.

ڪِتاب ڪُجهہ مهينن کان پوءِ ڇپجي گوسپيل هومس قاسم آباد مُنهنجي گهر پُهچي ويو. مُنور کي فون ڪري ٻُڌايم، تہ ٿُنهنجي شوق جو پورائو ڪِتاب جي شِڪل ۾ مُنهنجي سامهون موجود آهي. ڳاله ڪر تہ هاڻ ڇا ڪرڻو آهي. پاڻ چيائين تہ، ويزا ۽ گِرين ڪارڊ تو وٽ موجود آهن. ٽِڪيٽ وٺي جيتريون ڪاپيون کڻي سگهو ٿا کڻي اچو تہ جيئن آئون آمريڪا ۾ رهندڙ سنڌي ماڻهن کي ڏيان. ۽ توهان سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن تائين پُهچايو. پر ها بابا ڪتاب جي قيمت ڪنهن کان ڪانهي وٺڻي. ڪِتاب جون پنجاهہ ڪاپيون آمريڪا پهچايم، اُتي جي سنڌي ماڻهن کي پهچايم. هڪ ڪاپي ڪتاب (سنڌ جي فاطمہ) خالد هاشماڻي صاحب کي ڏنم. خالد هاشماڻي صاحب ڪتاب ڏسي مونکي شاباس ڏيندي چيائين، سنڌ ۾

پهريون ماڻهو تون آهين. جنهن پنهنجي گهر واري تي ڪتاب لکيو آهي، هن وقت سڄي دُنيا ۾ هزارين لا تعداد ڪتاب ڇپيا ڇپين پر اڄ تائين جُملي 50 کن ڪتاب لکيا هوندا، جن پنهنجن گهروارين تي لکيو آهي. ۽ چاچا توهان به انهن مان هڪ آهيو.

هينئر هڪ ٻيو پيهر گهُرائي وري ڇپائين ته بابا آئون توهان کان هڪڙو انگل ڪريان ٿو بابا ساه تي پروسو ڪونهي، زندگي الائجي ڪيتري آهي. پنهنجو آئيڊيل، پنهنجي پسنديده شخصيت ”شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي“ آهي. لطيف سائين جي شخصيت تي تمام گهڻو ڪم ٿيو آهي، پر بابا اڃان ڪيتري سطح جو ٿيڻ کپي، اُن جو توهان اندازو لڳا ڪري سگهو ته ڪيتري تحقيق ٿيڻ گهُرجي. بابا سنڌ ۾ ماڻهو شاه صاحب سان نه رُڳو مُحبت ڪن ٿا. پر اُنهن ڪافي لکيو آهي، ڪافي ڳايو آهي، اُتندي ويهندي زبان تي سنڌ ۽ شاه عبدُاللطيف ڀٽائي جو ذڪر آهي. بابا سائين زندگي الائجي ڪيتري آهي، توهان جيترو ڪري سگهو ٿا، پنهنجي ڄاڻ موجب جيترو لکي سگهو ٿا، اُهو لکو.

سنڌ ۾ ڪيترا نالا آهن جن کي ڳڻائي سگهو ٿا، اُنهن جو ذِڪر ڪري سگهو ٿا. بابا سائين اِدارا ڪيترا آهن، جيڪي شاه صاحب تي ۽ سنڌي ٻولي تي ڪم ڪن پيا. اوطاق پروگرام، مچ ڪچهريون، ڪي اڪيلا، اڪيلا لطيف سائين جي درگاه جون (جيستائين جيئرا هُئا يا جيئرا آهن)، حاضريون ڀريندا هُئا، ۽ حاضريون ڀرين پيا. ڪي راڳ جي شِڪل ۾ عبادت ڪندا آهن، ته ڪي لاهوت ڏانهن رُخ ڪندا آهن، ته وري ڪي هينگلاج تائين ويندا آهن. ڊاڪٽر بدر ابڙو صاحب، هڪ ماڳ تي دوستن کي ساڻ ڪٺي ويندو آهي. ڪي ڪي لِکندڙ دوست وري پنهنجين لِکڻين ۾ لطيف سائين جي پانڌيئڙن کي پنهنجن کن لِکڻين ۾ ياد ڪندا آهن. اسان کي به ڪوشش ڪري پنهنجن هم خيال دوستن کي يا ڪرڻ گهُرجي. اسان ڪوشش ڪئي آهي اميد ته محنت ثاب پوندي سڄڻ سُرها رهندا.

ياد جنين کي يار، سي ياد هميشه يار کي

## چاچا محمد علي لغاري

# تعارف

## شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي

ڪنهن سمي هتي بوريا نشينن مُلڪ قناعت جي والي مُجاهد مردن سان ساري واديءَ سنڌ ڀرپور هُئي. ڪِٿي ڏسبو هو تہ معرفتِ اِلاهي ۾ محوِ دنيا جي جاه و جلال جون ساريون مسندون ۽ منصب ڇڏي عيش و عشرت کي الوداع چئي خاموش فضا ۾ ساري رات ويٺو "الله الله" ڪري دنيا جو گوڙگُمسان ڪان يڪسو ٿي. هڪ واريءَ جي سُنسان پِٽ تي خيمان کوڙيا اٿس. توحيد ۽ توڪل آهي. مُشاهدا ۽ مُراقبا آهن. تصفيہ قلب، تذڪيہ تزڪرو آهي. اِهو آهي ٻارهين صدي هجري جا باڪمال بُزرگ ، بي تاج بادشاهه جنهن کي چوويہ ٿي ڪلاڪ پرينءَ جي پچار آهي.

تتي ٿڌي ڪاهہ ناهي ويل ويهڻ جي

متان ٿئي اُونداهہ پير نہ لهين پرينءَ جو

هي اُهو ترجُمان الاِسرار آهي. جنهن ڪائنات جي ڪتاب مطالعہ ڪرڻ لاءِ جهرجهنگ جهاڳيا آهن. تن کي تسيا ڏيئي عين اليقين جو درجو حاصل ڪري پنهنجي درد وندي ديس جي هر ذري کي آسمان جي چوٽي تي چاڙهي ڇڏيو اٿس. اِهو ئي سندس بُلند حوصلو وطنيت جو وَلولو ۽ شاعرانہ عظمت جو چٽو دليل آهي. جو پنهنجي وطن جي ماڳن مڪانن، ڏاڳن ڏوگرن، ڪونجن، ڪارايلن، مرگہ، مينهين هر پکي پسون کي رواجي مخلوقات مان ڪڍي دست قطرت جو شاهي شاهڪار بنائي ڏيکاريو اٿس. هڪ طرف ڪيانتي کي خُوش ڪرڻ لاءِ پنهنجي پياري پرين جو پيغمبر بنائي ٻين

خوشامندن سان گڏ پنهنجو قلب ڪوري ڪيڏي ولايت ۾ محبوبن مهندا ڪاٽڻ جي آچ ڪري هن ڪي سنڌي سماجڙي جي هر گهر جو حُجائتو ياتي بنائي رکيو اٿس. سچو ڏينهن وتي موج سان گهرن ۾ ٽپا ڏيندو۽ ٽلندو. اسان جي ديس جون پوڙهيون پڪيون توڙي نوجوان عورتون شاهه صاحب کي پنهنجو رازدار سمجهي ڪيس حد ڪان وڌيڪ پيون مان ڏينديون. شفيق ماءُ جي حرڪتي ٻار وانگيان شاهه صاحب جي صدقي سڀ شرارتون معاف، پاٽان مِنا لولا پچائي ڪارائي ڪائنس پيون ڦال ڪڍائينديون ۽ قاصداڻو ڪم وٺنديون ۽ سهيلين کي چونديون تہ:

سُر پورب، داستان پهريون

بيت

ڪري ڪانگا ڪوششون، پيرين پرين پئج،
آئون جو ڏيئين سنيهو سو وِچ م وساريج،
الله لڳ لطيف چئي، ڳُجهو ڳالهائيج،
جيئن چيم تيئن چئيج، تہ ڪِنيا تا خوش ٿيان.

شاهہ لطيف

اُڏر لڳ الله، وَيلهو ڪرم وڃ ۾
آئون جو ڏِيان سنيهڙو سانڍ برابر ساهہ
سندي ڳُجهاندر ڳاهَہ ڪهج مَ قريبن ري.

شاهہ لطيف

ڪر ڪٽيو ڪانگ لئي، مُني تي مضبوط
آٽيو ڏي آتڻ ۾ سنيها ثابوت،
ڪانگل آتئون ڦُوت، پيغام مُتن پريرن جا.

شاهہ لطيف

ٻئي طرف ڪرهي کي قريبن ڏي ڪاهيندي سنجهي ٿي سِپرين سان ملاٿڻ جي مام پوري ڪرڻ لاءِ، ڪين آزين نِزارين سان گڏ چندن چارڻ، ميندي جا ميجر نائي ڏيڻ، مُهار سجي سونې مڙهائي ڏيڻ جهڙِن دم دِلاسن سان ڪيس

ڪيترا اسماءَ الحُسنيٰ (سُهڻانالا) ڏيئي، هڪ بي جوڙ جانورن جو سدائين ڳاٽ اُوچو ڪري ڇڏيو اٿس.

هن شاعر جي فطرت شناس نگاهن سنڌ جي ماحول کي سنوارڻ، سينگارڻ ۽ سربُلند ڪرڻ ۾ حد ڪري ڇڏي آهي. ڇڏي اٿس ڪا ڪسر؟ پلا ڪهڙي شيءِ ديس جي آهي جو هن جي عقابي اکين کان اوجهل ٿي ويئي هُجي. تہ جي ٿڏي واري بہ ڪانہ وساري اٿس. سنڌ جي گُم نام صنفِ نازڪ، سُهڻي، سسئي، مومل، مارئي ۽ نماڻي نوريءَ جو درجو ۽ ڪِردار ايڏو تہ ارفع ۽ اعليٰ ڪري ڏيکاريو اٿس، جو بيبي رابعہ بصري کان بہ گوءِ کڻيو بيٺيون آهن. وري وطن جا سورما ۽ سورهيہ، مرد مٿير ميندرو مورڙو ميهار ۽ ڄام تماچي تہ اڄ يوناني فلاسافرن سان ڳلهو ڳلهي ۾ ملايو بيٺا آهن. مطلب تہ شاهہ جو رسالو يعني ديس واسين لاءِ ڇڏيل پيغام اتحاد، اِيڪتا، مهر، مُحبت عظمت، شُجاعت ۽ غيرت جو پاري پرکم پائدار آهي.

شاهہ صاحب جي تعارف ڪرائڻ کان اڳ واريءَ سنڌ جي نقشي تي نظر وجهبي تہ صفا سڄ رائو رُڃ، صحرا ۽ سينا پيو معلوم ٿئي. باقي شاهہ صاحب جي پيغام پُهتي کان پوءِ واري سڳوري سنڌ تہ سبحان الله!

شاهہ صاحب جي انتقال بعد بہ سندس مقبوليت جو هي عالم آهي. جو سندس آخري آرام گاهہ تي پنهنجي پوري پلتڻ ۽ پاري ڪٽڪ سان هڪ واديءِ سنڌ جو حسين نوجوان شاهاڻي ورديءَ سان ڪيئن نہ خراج عقيدت پيش ڪري رهيو آهي! اِهو آهي سنڌ جو غيور هاڪارو حاڪمُ غُلام شاهہ ڪلهوڙو جنهن کي سنڌ جو اڪبر بادشاهہ سڏيو ويندو آهي. هي اُنهن سنڌ جي دلير فرمانروائن مان آهي. جنهن پنهنجي زور بازو سان دُشمن کي ڌِڪي مُلڪ جون سرحدون پري پري تائين پُهچائي ڇڏيون آهن. پلا اسان جي هن ديس ۾ هجن ڪي هڪ بہ اِهڙا انسان جن جو تعارف ڪيان. هن ڌرتيءَ جو هيئيون تہ الله لوڪ عارفن سان سٽيو پيو آهي.

"مُلڪ مڙئي منصور، ڳٽي ڳٽيان ڪيترا؟"

وري زماني اوچتو پلٽو کاڌو دور بدليو اُهي اڳيان طور طريقا هڪ هڪ تي مِتجڻ لڳا. ساري بساط اُلٽ پُلٽ ٿي وئي، شريعت طريقت ۾ دين ۽ سياست ۾ وڏا ويڇا پئجي ويا. سندن وِچ ڪوهان ڪوهہ مُفاصلو ٿي ويو نہ

اهو مي رهيو تہ ميخانہ نہ آهي فيض رهيا نہ فقيري، نہ آهي خانقاهون آهن نہ آهي خانقاهن وارا.

”هنڌ اهيئي ماڳ پر جَت نہ پسان جوءِ ۾“

فضا ڦري ويئي، هوا جو رُخ ئي بدلجي ويو.

”اگهيو ڪاٺو ماٺڪن موٽ تي“

آهي ڪاريون ڪُنڌيون ۽ ڪڪيون، ميهار جون مينهون ئي مري ويون جن جي ڪير جي فقط هڪ ئي ڇُڪي چڪڻ سان مجاز جا مچ ٻري پوندا هئا ۽ ٻُت مان ٻاهہ جا شعلا ڀميٽ ڪري نڪرندا هُئا.

ڇُڪو پيو چري تي، ڏنس ڏم ڏُهي،
سُهڻي ڪي سيّد چئي، وڃڻ ڦُرب ڪُهي،
هونهين هوند مُئي، پر ٻُڏيءَ جا ٻيڙا تيا.

جنهن ڪير جي هڪ ئي سُرڪ سهڻي جي سرير ۾ سِڪ سوز جو وِلوَلو ۽ لونءَ لونءَ ۾ لغار لڳائي ڇڏي هئي.
جڏهن سهيلين ڪانئس سراپا سوزجي سِرايت جو سبب دريافت ڪيو تہ انهن جي جواب ۾ وراڻيائين تہ:

”آڏيون سڀ اندام، ڇِڙن منهنجا ڇوريا“

افسوس جو اڄ سڀ وٿاڻ ولها ٿي ويا آهن، جتي هنجه پئي هليا، اُنهن ساڳين جاين تي ڪانئير ۽ ڪنگ پيا رڙن.

آڇو پاڻي لُڙتيو ڪارايو ڪنگن،
ايندي لڄ مَرن، تنهن سُرمٿي هنجڙا.

جڏهن ڪان هي اسان جي ڌرتي رهڻ لائق ئي آهي ۽ خلافت ارضي جي چارج جڏهين ڪان حضرت انسان جي سُپرد ڪئي ويئي آهي، اُنهي وقت ڪان وٺي، مخلوق جي وڏي کيپ سندس حڪم ۾ رات ڏينهن سندرو ٻڌي هر فرمان جي مُنتظر آهي هونئن تہ حيوانات، نباتات ۽ جمالات هر هڪ تي هن جي فرمان روائي جي ڇاپ آهي.

پر خاص ڪري انساني زندگي جو دارومدار گهڻو ڪري حيوانات تي آهي. اُنهي ڪري مُختلف ضرورتن جي سرانجامي لاءِ مُختلف قسم جا جانور قدرت هن کي مُيسر ڪري ڏنا آهن. جيڪڏهن اُهي نہ هُجن ها تہ انسان جو ڌرتي تي رهڻ ڏاڍو مُشڪل بلڪ غير مُمڪن ٿي پوي ها. گهرو جانورن ذريعي انسان پنهنجون انيڪ ضرورتون پوريون ڪري سگهي ٿو ۽ سندس خلافت جي سونهن سوڀيا جا اُهي امين آهن.

گهرو جانورن ۾ جيڪا اهميت گهوڙي کي حاصل آهي اها شايد ئي ڪنهن ٻئي جانورن جي حصي ۾ آئي هجي. قدوقدامت ۾ تہ برابر هن کان ٻہ ٻيا مٿي ٿي سگهن ٿا. مگر شان شوڪت، طاقت ۽ زور بازو ۾ قدرت هن جي اعصاب (پنڊين) ۾ ايترو تہ فولاد هاري ڇڏيو ڪيو آهي جو ڪو بہ پالتو جانور هن سان همسري هرگز نٿو ڪري سگهي.

عرب جي هڪ مشهور شاعر متنبي اُنهي ڳاله کي هنن لفظن ۾ ورجايو آهي:

"اعزمکان في الدني سرج سابح، وخير جليس في الزمان کتاب"

يعني انسان لاءِ دنيا ۾ عزت واري جڳه پلي گهوڙي جو زين آهي. ۽ زماني ۾ انسان لاءِ بهترين مجلسي ڪتاب آهي.

جديد مشنري جي ايجاد ۾ طاقت جو پيمانو گهوڙي تي ڪيو ويندو آهي. ۽ يعني ڪُلهن جي طاقت جو موازنو هارس پاور تي ڪيو ويندو آهي.

قرآن پاڪ ۾ پالتو جانورن جي بيان ۾ عام طرح سوره انعام آئي آهي، مگر گهوڙي جي ڪارنامن لاءِ هڪ عليحده سورت جو اضافو ڪيو ويو آهي. جنهن ۾ مُجاهدن جي گهوڙن جو تعارف سندن صفاتي نالن سان ڪرائي ڪيئن انسانن جي بي شُڪري تي بطور شاهدن جي پيش ڪرڻ سان، اُنهن کي رواجي حيوانن مان ڪڍي مٿين سطح تي پهچايو ويو آهي. سورت نازعات ۾ سندس وصف ۾ خدا پاڪ هن طرح فرمائي ٿو.

وَالعَادِيَاتِ ضَبحَا فَالمُورِيَاتِ قَدحافَالمُغِيرَاتِ صُبحافَاء
ثرنَ بِهٖ نَقعافَوَسَطن بِهٖ جَمعاِانَ الانسَانَ لِرَبِہٖ لَکَنُودُ

گھوڙي جانور ۾ بين خوبين سان گڏ، وفاداري منجهس هڪ ئي اِهڙو گڻ آهي جنهن جي اڳيان انسان خود شرمندو آهي. شهسوار جڏهن سندس پُٺي تي ويهي آڙي هٽي، جيڏانهن سندس واڳ موڙيندو آهي. ۽ چو نہ ڪٽي موت جي مُنهن ۾ وجھو پوي پر پوئتي هٽڻ، هن وٽ حرام آهي. خطرناڪ مُعرڪن ۾ ميدانن ۾ ڪاهي پوندو آهي. سِر وڃي تہ وڃڻ ڏينس اڳيان پاڻ هوندو. تہ پوياڻ مالِڪ. ڊوڙڻ مهل سندس رُعبدار آواز مِيلن تي پيو ٻڌبو آهي. اُنهن گهُوڙن خطرناڪ حادثن مان مالڪ کي ڪيڏي ٻاهر ڪيو آهي، انهن ئي مُجاهدن پنهنجن ڪارنامن سان مُلڪن جانقشا بدلائي ڇڏيا آهن.

پاڻي پٽ جي ميدان تي مُسلمانن جي ڪاميابي جو راز اُنهن جي ئي مرهون منت آهي. اُنهن جي ئي هِڪڙي يلغار سان ڪُفرستان مُسلمانن جو وطن بنجي ويو. جتي 800 سو سال کان بہ وڌيڪ مُسلمان حاڪم برِ صغير تي حُڪومت هلائيندا رهيا. سڪندر يوناني (بڪافيلوس) سندس پياري گهوڙي تي دنيا جا ڪيترا معرڪا سر ڪيا هئا. چون ٿا تہ اِهڙو سرڪش هو جو مالڪ کانسواءِ ڪو بہ مٿس سواري ڪري ڪو نہ سگهندو هو. چون ٿا تہ جهلم ويجهو بڪافيلوس جو شهر هن پنهنجي پياري گهوڙي جي مرڻ جي يادگار ۾ تيار ڪرايو. موصل جي ميدان تي جڏهين مٿيون يونان جو حاڪم، ايران جي نامياري فرمانروا "دارا" سان نبرد آزما ٿيو تہ ايران جي مشهور شاعر نظامي گنجوي اُنهي لڙائي جو نقشو هن طرح چٽيو آهي.

يعني اُنهي گُمسان جي لڙائي ۾ ٻنهي طرفن جي گهُوڙن آسمان زمين ۾ تغير پيدا ڪري ڇڏيو. عجب جي حد ئي نہ رهي جو ٿوري دير ۾ ائين ئي ڏِسڻ ۾ آيو تہ ڌرتي جا طبقا ڇه ۽ آسمان ڦري اٺ تي پيا آهن. يعني گهوڙن جي تيز سنبن هڪ طبقو زمين جو پٽي اُڏائي ڇڏيو.

هنن ڪيترن مغرور حاڪمن جا چند گهڙين ۾ تخت تاج کسي کين دشمن جي هٿن ۾ قيد ڪري ڇڏيو. ڪيترن ريڍارن، ٻڪرارن، لُنيرن، پخالين کي تخت تاج جو مالڪ بنائي ڇڏيو.

ايران جي مشهور پهلوان رستم جي بهادري ۾ سندس گهوڙي نالي رخش جو وڏو حصو هو.

ميسر جي حاڪم سلطان ٽيپو (فتح علي خان/ جنهن انگريزن سان ڪيتريون لڙايون ڪاڏيون هيون. اُنهي گهوڙي جو نالو تائوس (مور) هو جنهن تي ڪيئي معرڪا ۽ ميدان ماريا هئائين. عرب جا مشهور سخي مرد طئي قبيلہ جو سردار حاتم طائي جي گهوڙي کي وصفي نالي ادهم سان سڏيندا هُئا.

اُنهي ڪري سندس نامَوري ڏيهان ڏيه مشهور ٿي وئي هُئي. حضرت علي عليہ السلام جي دُلدل جيڪا مِصر جي حاڪم مقوقس حضور جن کي موڪلي هُئي اها بہ اُنهي ڪيڙ مان هُئي. شاه لطيف جي سواري جو نالو چنگل هو. جنهن جي خِدمت چاڪري شاه صاحب جي عقيدتمند احمد فقير سمون جي سُپرد هُئي. رئيس واسو خان لغارين جي سردار اگهم ڪوٽي وٽ ٽالپرن جي دور ۾ بہ پليون گهوڙيون رهنديون هيون. هڪ جو نالو سوپاريءَ ۽ ٻي جو ناز پري هيون. اُنهي جي ڪري مُڙس جي پنهنجي وقت ۾ پل پلان هُئي. خان زمان جيڪو نصرپُور پرڳڻي جو گورنر هو جي سواري جو مرگه نالي خاص گهوڙو هو. جيڪو اڪبر بادشاه هن کي خاص تحفہ طور ڏنو هو. هي گهوڙو پنهنجين خوبين ۽ خِصلتن سبب سڄي سنڌ ۾ مشهور هو. انهي گهوڙي جي پٺ تي خان زمان زندگي جا سيئي مُعرڪا حل ڪيا هئا. بيگلارنامہ جو صاحب لکي ٿو تہ "جڏهن اُهو گهوڙو مئو تہ خان زمان کي ايڏو صدمون پُهتو جڻ تہ سندس ڪو ساٿي سنگتي ۽ عزيز مري ويو آهي. پنهنجي اباڻي قبرستان "نورڪي" (جنهن ۾ ٺٽائي جو سُهرو پڻ دفن ٿيل آهي) ۾ ان کي دفن ڪرائي مٿانئس پڪين سرن جو يادگار منارو ٺهرائي ڇڏيائين. جنهن کي مرگه مينار سڏيو ويندو آهي. جيڪو هاڻي ڍهي ڍير ٿي ويو آهي. جام نِظام الدين عرف ڄام نِندو سمن جو حاڪم هو هر هفتي ڪڙه ۾ وڃي گهوڙن جي پيشاني تي هٿ گهُمائي چوندو هو تہ اي غازيوءِ! آئون توهانءِ تي سنج رکڻ ڪونہ آيو آهيان. هنان ڪرڻ نٿو چاهيان، چاڪاڻ تہ چئيني طرفن کان مسلمان حاڪم آهن. دعا ڪريو تہ شرعي

سبب کان سواءِ ڪٿي بہ ويجهہ نہ پهچيم. متان مسلمانن جو خون منهنجي گردن ۾ نہ پوي.

گهوڙن جي اصلي وطن عرب جو خطو دجلو ۽ فرات واري ماڻري آهي. اسپ تازي جو اصطلاح مشهور آهي.

حضور صہ جڏهن ستن آسمانن جي سير لاءِ روانا ٿيا تہ اُن جي انتظام جي لاءِ سواري جو بندوبست گهوڙو هو عربي ۾ اُنجو نالو بُراق معنيٰ وڄ کان بہ تکو.

عربي پهاڪو:

**الخير معقود بنواصي الخير**

**يعني مارجيت گهوڙن جي هٿ ۾ آهي.**

**بيت**

گهوڙن ۽ گهوٽن، جيڻ تورا ڏينهڙا،
ڪڏهن منجه ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا.
**شاهہ لطيف**

گهوڙن گهوٽن پلاڻيو متس زين ڏري،
علي شير ڀُٽن کي، اُيو سڏ ڪري،
حسن مير حُسين تون، اچي لڳ ڳري،
هاڻي ڪيئن ڪري، جيئن آمر اِلاهي آيو.
**شاهہ لطيف**

## ڪنڌيءَ جو وڻ

اسان جو ڏرد وند ديس سارو سرسبز شاداب ۽ آباد خطو آهي. جيئن تہ وادي مهراڻ جي ملڪي معيشت جو دارومدار کيتي ٻاڙي تي آهي، سنڌو ندي، ڪشمور کان ڪيٽي تائين سونهاري سنڌ کي سيراب ڪندي، اڳتي هلي ويئي آهي. انهي ڪري منجهس خوشبودار گُلن، ٻوٽن ۽ وڻڪار جو هجڻ، قدرتي ڳالہ آهي. ڪيترا مُختلف نمونن جا درخت، جهنگلات، وڏا وڏا

پيلا منجهس پهڪيءَ رهيا آهن. اُنهن سيني وڻن ۾ ڪنڌيءَ جو وڻ پنهنجن ڪِن خوبين ۽ خصوصيتن ۾ سيني ساٿين کان سونهن ۾ سرس، نوعيت ۾ نرالو آهي. هن جي طبعي عمر پين جي پيٽ ۾ تمام ڊگهي آهي. اڄ به سنڌ جي قديم آڳاٽي زماني جي ڊورن، ڊنڊن، پوڻن، پڊن، ۽ پڊن مقامن ۽ مقبرن ۾ قصابن جا ڪمنان، ڪنڌيءَ جا وڻ، پنهنجي قديم تاريخ سيني ۾ سانڍيو لوهي ڪِل وانگيان ڪر ڪٽيو بيٺا آهن.

شاهه صاحب پنهنجي سير سياحت واري دور ۾ هاڪڙي درياءَ جي هڪ قِديم شاخ پٽيهل جي ڪنڌيءَ تي بيٺل هڪ جهوني ڪنڌ جي وڻ سان هن طرح مخاطب ٿيو ٿو ڏسجي، سنڌس رسالي جي سر ڏهر ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

ڪر ڪي ڳالهڙيون، ڪنڌا! ڍور ڏٺين جون،
ڪيئن سي راتڙيون، ڪنهن پر ڏينهن گذاريئين؟

شاهه صاحب ڪنڌيءَ جي وڻ کي رومقابل چويس ٿو ته اڙي ڪنڌا! تون قصابن جو ڪمنون ٿو ڏسجين، هتي جُڳن جا جُڳ گُذاري چُڪو آهين. ماضي بعيد جا ڪئين دور ڏٺا اٿئي. اِهو زمانو به تنهنجي اکين اڳيان آهي، ته جنهن قديم ڍوري جي ڪناري تي اڄ اڪيلو اداس بيٺو آهين. اِهو ڪنهن سمي هتان سير ڪري وهندو هوندو. انهيءَ جي جهاجه پاٽي ۾ ڍوري جا ڏٽي (ملاح) پيڙيون به هلائيندا هوندا، وڻجارا وکر جون پيڙيون پرائي تو وٽان گذرنديءَ دم پٽڻ لاءِ پڳه ڏيئي، تنهنجي گهاٽي ڇانو ۾ محفلون مچائيندا ۽ رهاڻيون رچائيندا هوندا. انهن ڍوري ڏٽين جون ته ڪي ڳالهڙيون پڌائينم ته ڪيڏانهن هليا ويا آهن؟ انهن جي قُوڙائي ۽ فراق ۾ تنهنجيون راتيون ۽ ڏينهن ڪيئن پيا گذرن؟ اڳتي وڌي ڪيس چوي ٿو ته:

ڪر ڪا ويهي ڳالهه، ڪنڌا! ڍور ڏٽين جي،
همڙيءَ اڄ تون حال، ڏکيا ڏينهن گُذاريئين.

ها! تُنهنجا همراز هليا ويا آهن، تو تي برابر ڏُکن جا ڏُونگر ڪِري پيا آهن. ڪيڏانهن ويا سنگهار؟ جي هتا انهي پيٽين جڏهن سنڌس مخاطب کان ڪوبه جواب ڪونه ٿو ملي، تڏهن هن ريت ڪيس لوڻ شروع ڪيو اٿس.

ڪنڌا! ڀور ڏٺين جو جي تو هئڙو سور،
لامن مٿي ٻور، هوند نہ چاڙهئي هيترو.

ڏاڍو اٽاسو ۽ بي پتو پيو ڏسجين! هيڏا هاڃا ٿين، پينرا هَن پنيور ۾، سپيرين جو سارو ساٿ تو وٽان هڪ، هڪ تي هليو ويو آهي، هتي پاٽي جو هاٽي هڪ قطرو بہ باقي ڪونہ بچيو آهي. واريءَ جا ڍهہ لڳا پيا آهن، هاٽي هتي ڪنگ پيا رڙن، توکي تہ صفا اُنهن جوڊل ۾درد ئي ڪونهيءَ مڇي مڇي مچر ٿي پيو آهين. پنهنجي ٿارين جي لامن ڏانهن نهار تہ ڪيئن نہ ڪٽي ٻور چاڙهيو اٿن. توکي تہ ڦوڙائي ۽ فراق ۾ سُڪي سڙي وڃڻ ڪپندو هو.

ڪنڌا! ڪچاڙيان، اُپو آهين ريل ۾
پرين پچاٽا، سڪي پانگهون نہ ٿئين.

(ورتل ڪتاب مقالاتِ ڪريم تان)

## شاه صاحب پنهنجي حياتي ۾ ڪِهڙن شخصيتن سان مِلي سگهيو ۽ انهن جي صُحبت جا اثر شاه صاحب جي زندگي تي ڪِهڙا پيا. (سائين جي ايم سيّد)

سائين جي ايم سيّد پنهنجي ڪتاب پيغام لطيف ۾ لکيو آهي تہ جن بزرگن سان شاه صاحب مُلاقاتون ڪيون هُيون. اُنهن ۾

1. صوفي شاه عنايت
2. مخدوم معين ٺٽوي
3. مخدوم محمدي کهڙن وارو
4. صاحبڏنو فقير درازن وارو
5. مخدوم مُحمد زمان لنواري وارو
6. مخدوم مُحمد هاشم ٺٽوي
7. مخدوم عبدُالرحيم گروڙي
8. مدن ڀڳت ۽ ڪي هندو يوڳي.

ان کان سواءِ ٻيا ٽي ٻزرگ , جن سان شاهه صاحب ملڻ ڪونه سگهيو هو. چاڪاڻ ته هو گهڻو وقت اڳ گُذرڪري ويا هُئا. پر اُنهن جي تعليم جو مٿس خاص اثرڪيل ٿو ڏسجي. تنهنڪري ناظرين کي ڄاڻ مُهيا ڪرڻ لاءِ مُختصر ذڪرڪرڻ ضروري سمجهيو ويو آهي. اُهي ٻزرگ ۽ ناميارون شخصيتون جن جا نالا هن ريت آهن.

1. مخدوم بلاول رحمت الله عليه
2. مخدوم نوح رحمت الله عليه
3. شاهه عبدُالڪريم رحمت الله عليه ٻلڙي وارو.

پتنگن پَه ڪيو مِڙيا مٿي مَچ،
پَسي لَهَس نه لُڇيا، سَڙيا مَٿي سَچ،
سَنڌا ڳَچين ڳچ، ويچارن وِڃايا.
شاهه صاحب

پتنگ چوائين پاڻ کي، ته اَچي آڳ اُجهاءِ،
اِن پَچڻ گهٽا پَچايا، تون پچڻ کي پَچاءِ
واقُف ٿي وِساءِ آڳه نه ڏِج آڳ کي.
شاهه صاحب

آڳيان اَڏِين وٽ، پونئين سِرسَنباهِيا
ڪاٽ ته پُون قَبول ۾ مچڻ پائنئين گهٽ
ڪلاڙَڪِي هَٽ، توڪُسڻ جو ڪوپ وهي.
شاهه صاحب

جِتي پِڪيَان نه پير تِتِي تِمڪي باهِڙِي
پِيو پَارِيندو ڪيں، ڪاُهوڙِي کِير ري،
جڏهن صَرافن لڏيو ڇو نه لِڏِ ٿين سون.
قدر ڪَنڌئي ڪونه نيئي گڏيندئي گڏون سين.

# حضرت شاھ عبدُالڪريم بُلڙي واري جي وقت ۾ سنڌ جون حالتون

(1538ع کان 1626ع)

ڄاڳي ڄاڳي سسئي، جان هيجان هٿ وڏاءِ
تانءِ سُڄي سِيج پرين ري، پنهون پٽر ناھ
نڪرندي ڇياءِ، گهوڙا گهر نہ سپرين
(ڪريم)

هي بيت سورهين صدي جي اُن عظيم شاعر جو آهي جنهن اُن دَور جي سنڌي شاعري کي پنهنجي اِظهار جو ذريعو بڻايو. جڏهن سنڌ ڌارين جي تسلط هيٺ هُئي. شاھ ڪريم جي جنم کان 16، 17 سال پهرين شاھ بيگ آرغون سنڌ جي تڏهوڪي گاديءَ واري شهر ٺٽي ۾ تباهي ۽ موت جي صورت ۾ داخل ٿيو.

هِنن وحشين ان قتل ۽ غارتگيريءَ لاءِ يارهين مُحرم جي ڏينهن جو انتخاب ڪري تاريخ ۾ پنهنجو نالو يزيدي ٽوليءَ ۾ لِکرايو. انهن اِها ڦُرلُٽ 20 مُحرم تائين جاري رکي. جنهن ۾ هِنن لاتعداد ماڻهن جي تذليل ڪئي. ڪيترن جا ننگ بہ قيد ڪيا. شاھ بيگ جي اڳواڻي ۾ ارغون ۽ ترخان سپاهين انسانيت جا سڀ ليڪا لتاڙي وڃي پار پيا.

اِهو واقعو 1520ع ۾ پيش آيو. هِن معرڪي ۾ سنڌ جو عظيم سورمو دوله درياء خان بہ شهيد ٿي ويو. ۽ پوءِ قاضي قاضن جي وِچ ۾ پوڻ ڪري هن ٺٽو ڄام فيروز جي حوالي ڪرڻ کان پوءِ سيوهڻ جو رُخ ڪيو. اُتي هن سان سنڌ جي سورمن ٽلٽيءَ ۾ مُهاڏو اٽڪايو. جنگ ڪٽڻ کانپوءِ هن ڦُرلُٽ ڪرائي ۽

سوڍن، سهتن ۽ سمن جي باقي بچيل لشڪر کي ڪُٺائي آخر ۾ ٺلتيءَ کي باهه ڏياري ساڙائي ڇڏيو. اِهڙي طرح هن باغبان ۽ بکر ۾ بربادي مچائي ڇڏي.

هن جتوئي قبيلي جي 42 ڳوٺن جي سيني مردن، عورتن ٻارن ٻوڙي پوڙهن کي قتل ڪرائي ڳوٺن کي باهه ڏياري ڇڏي. هن ڌاريجي قبيلي جي 47 سردارن کي ڳيا ڳيا ڪرائي بکر جي خوني برج تان هيٺ اُڇلايو. بکر ڪانپوءِ 1521ع ۾ هن گُجرات تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ اُسهيو پر اڳيم ڪوٽ وٽ مري ويو.

شاهه بيگ جي مرڻ ڪانپوءِ مرزا شاهه حُسين تخت تي ويهڻ شرط ٺٽي تي حملو ڪرايو. ٺٽي ۾ شاهه حسن ايتري قدر قتل ۽ غارتگري ڪئي جو حامله عورتن جي پيٽن مان ٻار ڪڍي اُنهن کي نيزن جي انيين ۾ ٽنگيو ويو. شاهي خاندان جون عورتون ۽ ٻار گهٽوڪري هنن جي ٻڍپ ڪان درياءَ ۾ ٻڏي مُئا. باقي جيڪي بچيا اُنهن کي طرحين طرحين جا عذاب ڏيئي قيد ۾ رکيو ويو.

1540ع ۾ هُمايون، شيرشاهه سوري ڪان شڪست کائي سنڌ جو رُخ ڪيو ته مرزا حسن سارغون سنڌ ملڪ جي عوام کي ويراني ۽ بربادي جو حُڪم ڏنو. ۽ حُڪم جي عدولي ڪندي ڪوهاري ان پوک ڪرائيندو ته هن جي هي ظالمانِ جي جيئري کل لاهي اُن ۾ ٻُهه ڀرائيندو.

هن ڏڪار ۽ ڏُکاري حالتن ۾ اسان جو شاعر شاهه عبدالطيف ڀٽائي جو ڏاڏو اڃان ٻن سالن جو الجوم ٻار هو. اِهابه تاريخ جي سِتم ظريفي چئجي جو هُن عظيم انسانِ جو جنم به هن ڪميڻي حُڪمران جي سنڌ جون واڳون سنڀالڻ وقت سترهين سال جي سن1538ع ۾ ٿيو.

اِهڙي طرح سنڌ جو هي سفاڪ حُڪمران اڌرنگي جو شڪار ٿيو. ٻناڪنهن اولاد جي خارش زده ڪُتي وانگر پنهنجا ڦٽ چٽي چٽي مري ويو. ڪِن جو چوڻ آهي ته ڪيس زالِ زهر ڏنو جيئن ته ڪيس نرينا اولاد ڪونه هو تنهنڪري سندس پاليل عيسيٰ ترخان تخت تي ويٺو. جنهن پوءِ شاهه حسن جي راڻيءِ ماهه بيگم سان شادي ڪئي.

جڏهن سنڌ جو هي ظالم ۽ وحشي حُڪمران شاهه حسن 1554ع مئو ته اسان جي شاعر شاهه عبدُالڪريم جي عُمر 16 سال هُئي ۽ هن سورهن سالن جا ڪلور پنهنجين اکين سان ڏٺا ۽ شاهه بيگ ارغون جا ڪارا ڪرتوت پنهنجن ڪنن سان لوڪ کان ٻُڌا.

عيسيٰ ترخان جي حُڪمراني ڪي اجان سال بہ نہ گُذريو هو تہ بکر جي گورنر محمود خان بغاوت ڪئي. 1655ع ۾ عيسيٰ ترخان بکر تي حملو ڪري گهيرو ڪيو. اجان اِهو گهيرو جاري هيو تہ پورچوگيزن ٺٽي تي حملو ڪيو شهر کي ڦريو. اِها تاريخ جي وڏي ڦرلٽ هُئي. سندن چوڻ موجب ايڏو مال سڄي ايشيا مان بہ ڪين هٿ اچي نہ سگهيو هو.

اُن تاريخي ڦرلٽ وقت شاهہ عبدُالڪريم بُلڙي واري جي عُمر شعور جي بُلنديُن کي پُهتل سترنهن سال هئي. هي سڀ ڪُجهہ هن جي اکين اڳيان ٿي رهيو هو. ان کان پوءِ بہ مرزا عيسيٰ ۽ محمود بکري جون جوٺون جاري رهيون جنهن ۾ سنڌي ماڻهو جنڊ جي ٻن پُڙن ۾ پيسبا رهيا.

سن 1565ع ۾ مرزا فوت ٿي ويو. جنهن کانپوءِ سندس پُٽ مرزا باقي تخت نشين ٿيو. جيڪو خُد هڪ وڏو ظالم هو. هن جي مسند نشين ٿيڻ وقت شاهہ ڪريم جي عُمر 28 سال هُئي. جيڪا ڀوهہ جواني کي پهتل هُئي. مرزا باقي بيگ کي قيدڪرائي ڇڏيو جتي هو اُج ۽ بُک وِگهي مري ويو. باقي جي گادي تي ويهڻ تي ارغون اميرن لشڪرن کي گڏڪري هن کان شاهہ حسن جو خزانو حوالي ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. هن ڪو بہ اِناڪار نہ ڪيو. پر هڪ خاص ڏينهن خزانې جي لالچ ۾ گهرائي ننڍين وڏن کي مارائي ڇڏيو. اِهڙي طرح مُسلسل 32 سالن تائين سنڌي ماڻهن جي خون سان هولي کيڏيندڙن لُٽيندڙن مال متاع لُٽيندڙن جو نسل ختم ٿي ويو.

مرزا باقي جو دور هن سرزمين جي عوام لاءِ اِلاهي قهر کان گهٽ ڪونہ هو. هن سنڌ تي پنهنجو قبضو تسلط قائم رکڻ لاءِ ۽ اڪبري حملي کان بچڻ لاءِ پنهنجي ڌي حرم ۾ داخل ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪلي. پر اڪبر اُن کي قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيو. مرزا جاني بيگ سنڌين سان تہ وڏا ڪلور ڪيا پر اُنهن جي تہ ڪو پُڇڻ وارو ڪونہ هو. باقي بڇيل ارغون سلمان محمود بکريءَ وٽ ڏانهين ٿي مرزا باقي تي حملہ آور ڪرايو. هن ظالم حُڪمران سان سندس پاٿر بہ ساٿ ڏيڻ لاءِ تيار نہ هُئا. مرزا جو ننڍو ڀاءُ مرزا جاني بابا ۽ سندس نياڻيون مرزاشادمان بہ وڃي محمود بکري سان مليا، مرزا باقي پهرين هِنن سان صلح ڪيو. پر پوءِ اُنهن کي مارائي ڇڏيائين.

اِن ڪانپوءِ محمود خان بہ ڪاهي اچي ٺٽي جو گهيرو ڪيو. مرزا ڪي مُقابلي جي طاقت ڪانہ هُئي. پر محمود خان کي معلوم ٿيو تہ محمود خان جي پاڻرن اُڇ تي حملو ڪيو آهي. سوگهيرو ڇڏي اوڏانهن روانو ٿي ويو.

1584ع ۾ مرزا باقي ڇريو ٿي پيو ۽ تلوار ڪٽي پاڻ کي ماري ڇڏيائين. هن جي موت جي وقت شاهہ ڪريم جي عُمر 46 سال هُئي. ۽ هُن هِن ظالم حُڪمران جو دور بہ پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. اِهڙو تہ ظالم هو جو معمولي ڳالهين تي ماڻهن کي سخت سزائون ڏيندو هو. مثال طور نڪ، چپ ۽ ڪن ڪپڻ، ڏاڙهي، مُڇيون پٽڻ، هاٿين جي ڄنگهن سان ٻڌي بازارن ۾ گهُمائڻ، پُٽ جي موت جو ٻڌي مُحلي جي عورتن جي سُٿڻن ۾ ٻليون وِجهرائي سندن ارهہ وڍرائي ڇڏيا.

هن ڪانپوءِ ۽ سندس پٽ جاني بيگ تخت تي ويٺو. هي بہ پيءُ وانگر ظالم هو. ماڻهن کي آلن ٿوڻن ۾ وجهي ساڙائيندو هو. ڪرٽ سان چيرائي بہ ٽُڪر ڪرائيندو هو. هن ماڻهن کي سنگسار ڪرايو تہ جيئرن ماڻهن جون مٿي کان پيرن تائين کلون پڻ لهرايائين. هن پيءُ جي سِڪي کي رد ڪري پنهنجو سِڪو جاري ڪيو. جيڪا ڳالهہ اڪبر بادشاهہ کي پسند نہ آئي.

هن 1590ع ۾ سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ عبدُالڪريم خان خانان موڪليو. جنهن سيوهڻ فتح ڪيو تہ مرزا ٺٽي کي باهيون ڏيئي ساڙائي ڇڏيو. اُن اقراتفري ۾ ڦُر بہ ٿي.

سن 1591ع ۾ خان خانان مرزا سان صلح ڪري اڪبر جي خِدمت ۾ موڪليو. اڪبر جاني بيگ کي دهلي ۾ ئي رهائي ڇڏيو ۽ پوءِ هو اُتي ئي مري ويو. اڪبر هن جي پُٽ مرزا غازي بيگ کي ٺٽي جو نواب مُقرر ڪري موڪليو. جنهن جي عُمر اُن وقت 16 سال هُئي. هن تبديلي وقت شاهہ ڪريم جي ڄمار 53 سال هُئي. قُدرت هن کي مرزا غازي بيگ جا ڪارناما بہ اکين سان ڏيکاريا هُئا. آريسر صاحب غازي بيگ لاءِ لکي ٿو تہ انتهائي نا اهل هو. هن جي ڪرتوتن تي لکندي لکندڙن کي بہ شرم اچي ٿو.

جڏهن غازي بيگ کي قنڌار جو گورنر ڪري موڪليو ويو تڏهن سندس ماءُ ٺٽي مان 12 سالن جون نينگريون خبر ناهي ڪيتري تعداد ۾ وٺي پنهنجي پُٽ کي عياشي لاءِ تحفي طور پُهچايون. غازي بيگ جي قنڌار وڃڻ

ڪانپوءِ شاهه ڪريم جي باقي ڄمار تائين سنڌ غُلام رهي. جهانگير بادشاهه سنڌ کي مرڪز سان ملائي ڇڏيو. نتي ۾ مرڪز طرفان گورنر مُقرر ٿيندا رهيا.

1601ع ۾ خُسرو چڪرس سنڌ ۾ گورنر بڻجي آيو. اُن وقت شاهه ڪريم جي ڄمار 68 ورهيه هُئي. اِهڙي طرح جڏهن سندن ڄمار 72 سال هُئي ته مرزا ستم گورنر مُقرر ٿي آيو. اهو سن 1612ع هو تنهن کان پوءِ 1616ع ۾ مرزا مُصطفيٰ 1618ع ۾ مرزا بايزيد بُخاري ايستائين سنڌ جو گورنر رُهيو. تان جو شاهه ڪريم 88 سال ڄمار پوري ڪري 1626 ۾ وفات ڪري ويو. نه صرف ايترو پر اُن کان پوءِ به سنڌ دهلي جي ماتحت رهي.

تاريخ ثابت ڪري ٿي ته شاهه ڪريم بُلڙي واري غُلام سنڌ ۾ اک کولي ۽ سنڌ غُلام ٿي هُئي. ته هو وڃي ابدي آرامي ٿيو. هن سنڌ ۽ سنڌي ماڻهن کي ارغونن، ترخانن ۽ مُغلن جي گهوڙن جي نسبت هيٺ ڏٺو. شاهه عبدُالڪريم جي ايّام ڪاري وارو هي وقت سنڌ جي بدترين وارو ۽ غُلامي جو دور هو. هنن کي صرف سنڌ جي دولت زراعت ۽ پيدائش سان واسطو هو. هنن انهن سنڌين کي پسند ٿي ڪيو. جيڪي غُلامي لاءِ تيار هُئا. جن غُلامي کان انڪار ڪيو سي فسادي لائق قتل هُئا.

—

تو دراچڻ جي، ڪِيئن هينئڙي وِجهان هيں،
مُنهنجا مَيرا پير، اڳڻ تُنهنجا اُجرا.

# صوفي شاھ عِنايت

جهجان پسيو جهوڪ، آيل سنگهارن جي
جن تي ٻيءَ پياريا، منجهان مٽن موڪ
لڏي وِڃان لوڪ، مٽي موڪي هليا.
مُرشد

صوفي شاھ عِنايت شهيد جي ڄمڻ جي تاريخ جي پَڪي خبر ناهي پر ايتري معلومات ملي ٿي تہ پاڻ سترهين صديءَ عيسوي ۾ شهنشاھ اورنگزيب عالمگير جي دور ۾ ٺٽي ضلع جي هڪ خُدا ترس خاندان ۾ پيدا ٿيا هُئا. هِن جا ابا ڏاڏا تعلقي بنوري ۾ جهوڪ شهر جا رهواسي هُئا. ۽ مخدوم فضل الله صدوھ لانگاھ جا فرزند هُئا. هو نہ تہ عرب مان آيا هُئا ۽ نہ ئي ايران مان آيا. پر هو هِن سنڌ ڌرتي جي مِٽيءَ مان پيدا ٿيا هُئا. ۽ لانگاھ قبيلي سان تعلق رکندا هُئا.

مير علي شير قانع شاھ عنايت شهيد جي شُروعاتي تعليم جي باري ۾ ڪُجھ نٿو ٻڌائي سگهجي. پر ايترو ضرور لِکي ٿو تہ شاھ عنايت شهيد اِبتدائي جِستجُو ۽ حق جي لاءِ ڪافي سفر ڪيائين، ڪافي وقت گُذرڻ کانپوءِ حيدرآباد دکن ۾ پهتو. ۽ اُتي شاھ عبدُالملڪ جي صُحبت مان فيض حاصل ڪيائين. اُن جي مُحبت کانپوءِ شاھ عنايت شهيد دهلي جو رُخ ڪيو. ۽ اُتي هڪ بُزرگ شاھ غُلام مُحمد کان ظاهري علم حاصل ڪيائين. شاھ عنايت جي ذهنيت ۽ سُلجهائپ هڪ شاگرد هوندي بہ پنهنجي اُستاد تي ايترو تہ اثر ڇڏيو جو خود اُستاد صوفي شهيد شاھ عنايت سان ٺٽي هليو ويو. شاھ غُلام مُحمد کي شريعت کان طريقت جي راھ وڌيڪ عزيز هُئي.

لِهذا ئٽي جي عُلمائن تعزير جي لاءِ شرعي عدالت جو سهارو ورتو. ڇو جو شروع کان ئي آهل الله جي نيڪ ٻانهن کي عُلمائن کان هميشہ اذيتون پُهچنديون رهيون آهن.

عُلمائن جي اُنهن سازشُن ۽ حرڪتن کي محسوس ڪندي شهيد صوفي شاهہ عِنايت پنهنجي اُستاد شاهہ غُلام مُحمد کي واپس دهلي وڃڻ جو مشورو ڏنو. ۽ اُن مشوري جي آهميت کي سمجهندي اُستاد شاهہ غُلام مُحمد واپس دهلي هليو ويو. ۽ شهيد صوفي شاهہ عِنايت جهوڪ ۾ ئي رِهائش اختيار ڪئي.

صوفي شاهہ عِنايت جڏهن هوش سنڀاليو هو اُن وقت سلطنت مُغليہ يعني مُغلن واري دور جو جيڪو ڪمال عُروج تي هُو. اُن جي زوال جو دور شِروع ٿي چُڪو هو. حالانڪِ اورنگزيب عالمگير بہ اڪبر اعظم وانگيان 50 سال جي لڳ ڀڳ حُڪومت ڪئي هُئي. پر اورنگزيب جي حُڪومت جي دور کي اڪبر جي دور جهڙو اَمُن ۽ سُڪون نصيب نہ ٿي سگهيو.

اورنگزيب شِروع شِروع ۾ شهنشاهہ کي هٿائڻ يعني پنهنجي پيءُ ۽ ڀائرن کي راهہ مان هٽائڻ ۾ لڳي ويو. اُن ڪانپوءِ حيدرآباد دکن جي مُهم شِروع ٿي ويئي. ٻي پاسي کان مرهٽن، راجپوتن ۽ سِکن گوڙ مچائڻ شِروع ڪيو. چوڌاري بغاوتن ٿيڻ جي ڪري مرڪز ڪمزور ٿي ويو. جاگيرداري نظام پنهنجو رنگ ڏکاريو. جڏهن سڄي مُلڪ اندر اِهڙيون حالتون هُجن تہ اُتي سنڌ جيڪو سدائين آفت زده ملڪ رهيو آهي. اُتي جو سُڪون ڪيئن ٿو بحال رهي سگهي. سنڌ جو سڄو نظام درهم برهم ٿي ويو. جاگيردارن جي خُدا ٻُڌي ورتي چئو طرف لُٽمار ۽ قر قُران جي بازار گرم ٿي ويئي.

سِنڌ جيڪا اڳ ۾ ئي ٻن حِصن ۾ ورهائجي چُڪي هُئي. اُتر سنڌ جنهن جو گاڏي جو هنڌ بکر ۾ هو ۽ ڏکڻ سنڌ جنهن جو گادي جو هنڌ ٺٽو هو. اتر سنڌ جي حيثيت صوبي مُلتان جي چوٿين سرڪار جهڙي هُئي. بکر جو حاڪم يا والي ملتان جي تابع هوندو هو. اُن وقت مُلڪ جي حالت هي هُئي جو 1574ع کان 1679ع يعني 105 سالن ۾ 50 پنجاهہ حاڪم مُقرر ٿيا هُئا. اورنگزيب جي دور جي سياسي نا اَهلي جو اندازو اُن مان لڳائي سگهجي ٿو جڏهن 1679ع فوجي مُهم جي ناڪامي سبب اتر سنڌ جو علائقو ميان

يارمُحمد ڪلهوڙي جي حوالي ڪيو ويو. ۽ اُن ڪانپوءِ ڪو بہ مُغل حاڪم اُتي ڪونہ آيو.

جڏهن تہ ڏکڻ سنڌ ۾ مرزا جاني بيگ ترخان جي خُد مُختيار حُڪومت هُئي. 1599ع ۾ اڪبر جي حُڪم تي سنڌ کي فتح ڪيو ويو هو. ۽ وري بہ دور انديشي جو ثبوت ڏيندي حلف وفاداري وٺي رياست وري بہ اُنهي ترخان جي حوالي ڪيائين. مرزا جاني بيگ جي وفات ڪانپوءِ هن جي پُٽ مرزاعيسي خان کي رياست جو مالڪ تسليم ڪيو ويو. پر هن جي وفات ڪانپوءِ 1614ع جهانگير سنڌ کي الڳ صوبو ٺاهي ڇڏيو ۽ اُن زماني جي قديم سياسي نظرين مُطابق اُن وقت بہ زمين ڪاشتڪارن جي گڏيل مِلڪيت يا ذاتي مِلڪيت تسليم ڪئي ويندي هُئي. زمين کي رياست جي مِلڪيت ڪونہ سمجهيو ويندو هو. ايترو ضرور هو تہ آبادگار کي پيداوار جو ڪُجھ حصو رياست جي حوالي ڪرڻو پوندو هو. پيداواري عمل ۾ ڳوٺن وارا هڪ ٻئي کي هٿ همراهي ڪرائيندا هُئا. بقايا جي وصولي ۽ ادائيگي ڳوٺ جي چڱي مُڙسن جي ذِمي هوندي هُئي.

اِسلامي مُلڪن ۾ جاگيرداري نظام جو سڀ کان پهرين بُنياد خُلفائي بنواُميہ وِڌو. اُنهن سان ساٿي ۽ ٻين شهنشاهن کي ڏسي هنن بہ زمين جا وڏا وڏا قطعات پنهنجي خاندان جي فردن ۽ ٻين پنهنجن حمائيتن کي وظيفي ۽ اِنعام طور عطا ڪيا ۽ اِهڙي طريقڪار کي بخشش (اقطاع) چئبو آهي.

(اقطاع) جي سنڌ اندر بہ بنو اُميہ جي زماني ۾ اُن وقت شروعات ٿي جڏهن عرب خاندان سنڌ ۾ اچي آباد ٿيڻ لڳا. عباسي خليفي المُتوڪل جي دور 847ع کان 861ع ۾ جڏهن فوج جي نئين سنئين تنظيم ڪاري ٿي هُئي. اُن زماني ۾ فوج جي سِپہ سالار کي (اقطاع) زمين اُنهن علائقن ۾ عطا ڪئي ڄتي اُنهن کي اِنتظام سنڀالڻ لاءِ مُقرر ڪيو ويو هو. اِقطاع جي اِها بِلڪُل نئين شڪل هُئي. ڇو جو هن کان پهرين زمين سابقہ خِدمت يا بطور اِنعام ڏني ويندي هُئي. پر هاڻ نئي طريقي ۽ نئي نظام جي تحت زمين سرڪاري عُهديدارن کي فوجي يا اِنتظامي خرچن کي پوري ڪرڻ لاءِ يا نقدي مُشاهدي جي عيوض بہ مِلڻ لڳي.

سلاطين دهلي جي زماني ۾ اِقطاع جي شروعات التمش 1210ع کان 1236ع ۾ ڪئي. هِن جي جانشينن کي محفوظ رکڻ جي غرض خاطردار سلطنت جي پر ۽ دوابي ۾ اقطاع واري ايراضي ٻه هزار پنڌ لشڪر ۾ تقسيم ڪئي. مگر سُلطان علاءُالدين خلجي تخت تي ويهڻ کان پهرين جيڪو ڪڙيئي الاٿو جو مقطيع رهي چُڪو هو. تنهن لشڪرين کي زمين ڏيڻ جو طريقو بند ڪري ڇڏيو هو. ۽ پگهار روڪڙ ۽ نقدي ۾ڏيڻ جو فيصلو شروع ڪيو هو. پر فيروز تغلق ساڳي اِها پراڻي روايت قائم ڪئي. هن عين المُلڪ کي مُلتان جو صوبو ملڪ پير خان افغان کي بهار جو صوبو ۽ مُلڪ افغان کي روبيڪنڊ بطور اِقطاع ڏيئي ڇڏيو.

لوڌين جي دور ۾ اقطاع ۾ وڌيڪ اِضافو ٿيو. اِقطاع جي عيوض مُقطيعن جو فرض هو تہ هو پنهنجن علائقن ۾ امن امان بحال رکڻ لاءِ پنهنجي فوج رکن ۽ وقت جي حاڪم جي طلب تي لشڪر سميت حاضر ٿين. اُهو ئي سبب هو جو جمال خان لوڌي جاگيردار جونپوري وٽ ويه هزار لشڪر هو. تاتارخان جاگيردار پنجاب وٽ پنڌرنهن هزار ۽اعظم هُمايوني سرجاگيردار اله آباد وٽ پنجيتاليه هزار سوار ۽ ست سئوهاٿي هُئا. اِقطاع جو سِلسلو اِهڙو تہ وڌيو جو وڏا جاگيردار وري پاڻ ۾ ننڍا جاگيردار مقرر ڪرڻ لڳا. آخر اِنهيءَ جاگيردار نظام کي ٽوڙڻ لاءِ اِسلام شاھ سوري 1545ع کان 1553ع تائين ڏاڍو زور لڳايو. يعني جُملي ٽوٽل مِلڪيت کي شاهي مِلڪيت ۾ آندائين ۽ نقدي کي پيو دفعو رائج ڪيائين. پرهو اِنهي ڪوشش ۾ ناڪام رهيو. هن جي دور ۾ ئي منصب داري جي شِروعات ٿي. اُن ۾ هڪ خالص فوجي عهدو هو. پنجاھ کان ويه هزار سپاهين تائين سردار کي خزاني مان نقد ادائگي ٿيندي هُئي. جاگير ڪانہ ڏبي هُئي. هي اُهي ئي افغان جاگيردار مُنصبدار هُئا. جيڪي پهرين بابر ۽ هُمايون جي خلاف سپ گڏ ٿيا هئا. پوءِ اُنهن کي اڪبر ڪُچلي افغان امراءِ جو اثر ختم ڪيو هو. ۽ اُنهن جي جاءِ تي تُرڪ مُغل ۽ ايراضي منصب دار مقرر ڪيائين. مُغلن جي دور ۾ اِقطاع جي اِصلاح آهستي آهستي گهٽبي ويئي ۽ جاگيرداري ۽ منصب داري جي اِصطلاح جو رواج پيو

اورنگزيب 1707ع ۾ اورنگ آباد دکن ۾ وڏي مايوسي جي عالم ۾ انتقال ڪري ويو. اُن ڪانپوءِ تخت شاهي لاءِ وڏي خانہ جنگي شروع ٿي ويئي. اورنگزيب مرڻ وقت وصيت ڪئي هُئي تہ ٽيئي پُٽ پاڻ ۾ سلطنت کي تقسيم ڪن.پر پاڻ پنهنجن ڀائرن ۽ پنهنجي پيءُ سان ڪِھڙو سُلوڪ ڪيو هُئائين جو سندس اولاد هن جي وصيت تي عمل ڪري ها. نتيجو اِهو نڪتو جو شهزادو اعظم، شهزادي مُعظم جي خِلاف وڙهندي مارجي ويو. اُن ڪان پوءِ ڪام بخش جوڪم پورو ٿيو. شهزادي مُعظم کي شاه اول جي نالي سان تخت تي ويهاريو ويو. چار سال ڪانپوءِ وفات ٿيس. ۽ اُن جا چارئي پُٽ جهاندار شاه عظيمُ الشان، جهان شاه ۽ رفيع الشان اُنهن بہ چئني جي پاڻ ۾ جنگ لڳي. جهاندار شاه ٽنهي ڀائرن کي قتل ڪري پاڻ بادشاه بڻيو مگر هڪ سال بعد ئي سندس ڀائٽيو عظيمُ الشان جي پُٽ فرخ ميرلال قلعي دهلي ۾ گهُٽا ڏئي ماري ڇڏيس ۽ پاڻ بادشاه بڻجي ويٺو. 1707ع ڪان 1713ع تائين ڇهن سالن جي عرصي ۾ تخت جا ڇه دعويدار مارجي ويا ۽ هڪ قُدرتي موت مري ويو.

صوفي شاه عنايت شهيد جڏهن جهوڪ ۾ تعليم ۽ تبليغ شِروع ڪئي تہ سنڌ جا ڪيترا شيخ، صوفياءِ، سادات، پنهنجن منصبي فرضن کي وساري خالص دُنيا دار زميندار بڻجي ويا هُئا.

جڏهن اِهڙي انڌيري ۾ صوفي شاه عنايت شهيد جو علم، فضل، مُرّسي، همت، ڏاهپ، هن خُداترس انسان جي دردمندي، بنالالچ جي خدمت جي روشني پکڙي تہ هن شهيد شاه عنايت جي چوڌاري عقيدتمندن جو هُجوم گهٽي ڪان گهٽو گڏ ٿيڻ لڳو.

پر صوفي شاه عنايت شهيد اُن روايتي صوفين مان نہ هو. جيڪي حالتن کي بدلائڻ جي بجاءِ صبر ۽ قناعت جي تلقين ڪندا آهن. ۽ اِهو چوڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ بابا هي دُنياوي زندگي چار ڏهاڙا آهي. ۽ ماڻهن کي آخرت جو توشوگڏ ڪرڻ جو سبق ڏيندا آهن. ۽ شهيد اُنهن عُلمائن مان بہ نہ هو جن جي نظر ۾ دولت جي مساوي تقسيم ئي مساواتِ مُحمدي جو اثاثو آهي. هن جو خيال هو تہ جيڪڏهن دولت پيدا ڪرڻ جا

ذريعا چند ماڻهن جي ذاتي مِلڪيت هُجن ته پوءِ دولت جي مساوي تقسيم ڪهڙي طريقي سان طئي ٿيندي يا مُمڪن ٿيندي.

صوفي شهيد شاهه عنايت قانون مُعيشت جو راز حاصل ڪري ورتو هو. هن سمجهي ورتو هوَ ته اصل شيءِ پيداواري عملُ آهي. ۽ اصل مساوات به اُهو ئي ڳُجهه آهي. جيڪو پيداواري عمل جي دوران قائم ڪيو وڃي. ۽ نه ته ڪو ورهاست جي دوران. نه ته ايئين ته پوءِ ڌاڙيل ۽ چور، راشي ۽ ٺڳ به پاڻ ۾ مال ورهائي کائيندا آهن. حقيقت اِها آهي ته دولت جي مُنعافا تقسيم پيداواري عمل ۾ برابري جي شرڪت کانپوءِ مُمڪِن آهي.

لِهذا صوفي شاهه عنايت شهيد پيداواري عمل ۾ شرڪت تي زور ڏنو آهي. صوفي شاهه عنايت شهيد جو واضع عقيدو اِهو هو ته مساواتِ مُحمدي جي بنيادي تقاضا اِها آهي ته کيتي باڙي، کيڙي پوکي، اِجتماعي اُصولن تي ڪئي وڃي. پيداواري عمل ۾ سڀ ماڻهو برابر جا شريڪ هُجن، پيداوار کي ضرورت مطابق پاڻ ۾ تقسيم ڪن. صوفي شاهه عنايت شهيد جي فقيرن ۽ مُريدن اِها ڳاله خُوشيءَ سان قبول ڪئي. ۽ گڏيل ۽ اِجتماعي کيتي ۾ مصروف ٿي ويا. شهيد جو اِهو تجربو تمام ڪامياب ويو. جهوڪ شريف جي رهاڪُن فقيرن کي آڏ بٺُئي ڏيٺي پوندي هُئي. نه بيگر نه ونگار ۽ نه ته ڪا ڇيڙ جي ستم ظرفي جي رسم ادا ڪرڻي پوندي هئي. اُهوئي سبب هو جو صوفي شاهه عنايت شهيد جي شُهرت ٿوري وقت اندر پري پري تائين پکڙجي ويئي. هر جڳه تي اُن نئين تجربي جي واکاڻ ٿيڻ لڳي. اُنهي تحريڪ جي مقبوليت ڪافي خاندانن جي ماڻهن، پيرن ۽ سيدن جي مُريدن، ايستائين جو بابو پليجي ۽ ٻين آس پاس جي علائقي جي ڪم ڪندڙ آباد گارن تي به اثر پيو. نتيجو اِهو نڪتو جو ڀرپاسي وارن ٻين زميندارن جي هارين به اِها گهُر شروع ڪري ڏني ته اسان هارين سان اسان جي زمين تي به صوفي شاهه عنايت شهيد جي طريقي تي عمل ڪيو وڃي. هارين جي اِها ڪوشش هُئي مگر پيداوار ۾ مساوي شِرڪت جي اُصول کي تسليم ڪرڻ لاءِ زميندار هرگز تيار ڪونه هُئا. اُنهن زميندارن اُهو سمجهي ورتو هو ته جيڪڏهن هن اِنقلابي فِتني جو تُرت عِلاج نه ڪيو ويو ته پوءِ جاگيرداري، ۽ زمينداري نظام خطري ۾ پئجي ويندو. لِهذا اُنهيَ خطري جي

حل ڳولڻ لاءِ ڪافي زميندار گڏ ٿيا. جن ۾ شيخ سِراج الدين، نورمُحمد پليجو حمل جت ۽ ٻيا بہ ڪافي زميندار گڏ ٿيا. ۽ اُنهن گڏجي وفد جي صورت ۾ ٺٽي جي حاڪم ميرلُطف علي کي گُذارش ڪئي. تہ صوفي شاھ عنايت شهيد کي اِجتماعي کيتي جي وهنوار وٽ کان منع ڪئي وڃي. پر جيئن تہ صوفي جي زمين مدد معاش جي معافي (خون بها) زمين هُئي جنهن تي ٺٽي جي حاڪم جو ڪو بہ اختيار نہ هو جنهن ڪري هن حڪومت جي طرفان تہ مداخلت ڪرڻ مُناسب نہ سمجهيو. البت اُنهن زميندارن کي اِها اجازت ڏيئي ڇڏي تہ اوهان تر جا زميندار جهڙي بہ طريقي چاهيو اوهان صوفي شاھ عنايت ۽ اُن جي فقيرن سان نبري سگهو ٿا.

ٺٽي جي زميندارن کي جيئين ٺٽي جي حاڪم کان اشارو مليو. اُن اشاري تي جهوڪ جهڙي وسندي تي زميندارن اوچتو حملو ڪري وڌو. پر حملو ڪري ويچارا ڏاڍا پشيمان ٿيا. ڇا زميندار ۽ ڇا وري جهيڙو. پر پوءِ بہ ڪُجھ فقير مارجي ويا ۽ ڪُجھ ماڻهن جو مالي نُقصان ٿيو.

جيڪي فقير ۽ هاري ٿيا اُنهن شهيدن جي وارثن زميندارن جي هن لاقانونيت جي خِلاف شاهي دربار ۾ فرياد داخُل ڪيو. تہ اُتان جلد حُڪم صادر ٿيو تہ حملو ڪندڙ بادشاھ جي حضور ۾ اچي ٻي گُناهن جي ناحق خون جو عيوضو ڏين. ڇو تہ اُنهن شاهي حُڪم جي تعميل جي اِنحرافي ڪئي آهي. اُن ڪري خون بها جي عيوض سُلطاني دستور العمل جي مُطابق اُنهن جي زمين مقتولن جي وارثن جي حوالي ڪئي وئي.

فقيرن جي هن قانوني سوڀ کانپوءِ ويتر پرپاسي وارن هارين جا حوصلا وڌيا. ۽ سرڪاري آفيسرن ۽ زميندارن جي پهرين واري حيثيت نہ رهي. تہ اِن مان صاف ظاهر آهي: تہ صوفي شاھ عنايت شهيد جي هاري تحريڪ ڏکڻ سنڌ جي ڪيترن ضلعن تائين پکڙجي چُڪي هئي. ۽ صوفي صاحب جي سرواڻي جي ڪري ماڻهن ۾ ايتري طاقت اچي وئي هُئي جو هاڻ زميندار اُنهن فقيرن تي هٿ کڻڻ جي جُرئت بہ نٿي ساري سگهيا.

فقيرن جو تعداد هر روز وڌي رهيو هو. هر در ديوار تي هر گنبذ خانقاھ تي هر زميندار جي بنگلي جي ڪوٽ تي حق موجود جون صدائون بُلند ٿي رهيو هُيون. اُهي خبرون جڏهن مُغل بادشاھ فرح مير تائين پُهتيون تہ غالبن

هُن اِهو سمجهيو تہ شايد نئي جو حاڪم مير لُطف علي هِنن فقيرن سان رِعايت ڀريو ڪري. تنهن تي مير علي لُطف کي هٽائي اُن جي جاءِ تي نواب اعظم کي 1716ع ۾ نئي جو والي مُقرر ڪيو. زميندارن اُنهن تبديلي مان فائدي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ۽ نواب اعظم جا ڪن ڀرڻ شِروع ڪري ڏنائون. نواب اعظم کي ذاتي ڪاوڙ بہ صوفي شاهہ عنايت شهيد صاحب تي هُئي. چون ٿا تہ هڪ ڀيرو اعظم خان صوفي شاهہ عنايت سان ملڻ لاءِ آيو فقيرن اُن کي اِهو چئي روڪي ڇڏيو تہ صوفي شاهہ عنايت شهيد صاحب جن وضائف ۾ مصروف آهن. پوءِ جڏهن صوفي شاهہ عنايت شهيد صاحب سان نواب اعظم جي مُلاقات ٿي تہ نواب اعظم چئي ڏنس تہ درويش جي درن تي دربان سُهڻا ڪونہ ٿا لڳن. تہ صوفي صاحب جواب ۾ ٺہ پہ چئي ڏِنس تہ سُهڻا تہ ڪونہ ٿا لڳن پر ڪنهن حد تائين اِهو ٺيڪ تہ تہ دُنيا جو ڪُتو بنا هِبڪ جي اندر نٿو اچي سگهي. صوفي صاحب جا اُهي لفظ نواب اعظم کي مِرچ ۽ ٽانڊا تي لڳا هُئا. اِها روايت صحيح هُجي يا غلط پر نواب اعظم اِهو فيصلو ڪري چُڪو هو تہ صوفي جي هاري تحريڪ کي ڪنهن بہ قيمت تي ڪُچليو ويندو. ۽ نواب اعظم اُن ڏينهن کان صوفي صاحب سان ڇيڙ ڇاڙ ۽ هٽ چُراند شِروع ڪري ڏِني. هن صوفي صاحب کان رهيل واجبات ۽ بقاياڻون گهُرڻ شِروع ڪري ڏنيون. جيڪي حُڪمرانن جي طرفان رد ڪيل هيون. صوفي صاحب بقاياڻن ڏيڻ کان بلڪل اِنڪار ڪري ڇڏيو. هن جو چوڻ هو تہ جيڪي حُڪمرانن طرفان معاف ڪيون ويون آهن. اُنهن جي وصولي جو توکي ڪِهڙو حق آهي. اُنهن تکن لفظن ۽ صوفي صاحب جي ٺُڙٺُپ جواب نواب اعظم جي ڦٽن تي لوڻ ٻُرڪيو. ۽ پنهنجن مُشيرن سان صلاح ڪري شهنشاهہ ڏانهن شِڪايت لکي موڪليائين. تہ صوفي شاهہ عنايت ۽ اُن جا فقير سلطنت جي دعويٰ ڪري رهيا آهن. ۽ خليفتہ الله جي حُڪم مڃڻ کان اِنڪار ڪري رهيا آهن. فوخ مير جيڪو اُن وقت جو مُغل بادشاهہ هو. تنهن حُڪم صادر ڪيو تہ تلوار جي زور تي باغين کي اطاعت تي مجبور ڪيو.

صوفي شاهہ عنايت شهيد هڪ صُلح پسند بُزرگ بہ هو ۽ اُن کي جڏهن زميندارن جي مُخالفت ۽ اعظم خان جي تياريِن جي خبر ملي تہ صوفي

صاحب اِهو ڪُجھ چوڻ لڳو تہ آئون نٿو چاهيان تہ هتي بي گُناهہ رت وهي يا هي جهوڪ جو شهر جنگ جي ميدان ۾ تبديل ٿئي. پر جڏهن دُشمنن جي فوجين جهوڪ جو رُخ ڪيو تہ فقيرن تجويز پيش ڪئي تہ صوفي سائين چو نہ پاڻ حملو ڪري رستي ۾ ئي دُشمنن جو لشڪر چڙوچڙ ڪري ڇڏيون. جيئن جهوڪ محاصري کان بچي وڃي. پر اُن ڳالهہ جي اِجازت صوفي صاحب نہ ڏني. جهوڪ شريف هڪ پُر امن شهر هو. ڪاٻہ فوجي ڇانوڻي ڪانہ هُئي. ۽ نہ تہ وري ڪي جهوڪ اندر ڪي جديد هٿيار موجود هُئا. وڌ ۾ وڌ ڪاٺ جا زنبورچا ۽ لٺ ڏُڪي جهڙا هٿيار هئا. پر دُشمنن وٽ تہ هاٿين کي ماري وِجهڻ وارين توپون هُيون.

ميان يار مُحمد ڪلهوڙي ۽ ميران سنگھ کتري جي مُلتان مان لکيل خط مان معلوم ٿو ٿئي تہ اُن وقت جهوڪ شهر کي چوڌاري ڪچي مِٽي جي اَڏُن جو ٺهيل هڪ وڏو ڪوٽ هو. ۽ اُن جي ٻاهران چوڌاري وڏي خندق کوٽيل هُئي. جيڪا هميشہ پاڻي سان ڀريل رهندي هُئي. ميان يار مُحمد ڪلهوڙي پنهنجي پُٽ نور مُحمد ڪلهوڙي کي جيڪو خط لکيو هو. اُن مان معلوم ٿئي ٿو تہ دُشمنن حملو 12 آڪٽوبر 1717ع تي يا اُن جي لڳ ڀڳ ڪيو هو. اُنهن ڏينهن ۾ دريا بہ اُٿل ڪري جهوڪ شهر کان ميل پنڌ تي پهچي چُڪو هو. باقي اِهو معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. تہ حملو ڪندڙ ڪيترا هُئا ۽ فقيرن جو تعداد ڪيترو هو. پر ميران سنگھ کتري جي خط مان معلوم ٿو ٿئي تہ نواب اعظم جي ايتري فوج گهٽ تعداد ۾ ڪانہ هُئي. پر خُدا يار ڪلهوڙي جي فوج گهٽي هُئي. مُقابلو فقيرن جو نواب اعظم سان گڏوگڏ خُدا يار ڪلهوڙي سان زور تي هو. فقيرن جو تعداد سترنهن سئو پيادا ۽ آٺ سئو کن سوار ٽوٽل پنجويھ سئو کن هو. سبط حسن لکي ٿو تہ يار مُحمد ڪلهوڙي لکيو آهي تہ آچر جي رات 12 آڪٽوبر 1717 جو واقعو آهي. رات جو آخري پهر هو سترنهن سئو پيادا اسانجي لشڪر ۾ پُهچي ويا. اسان سُتا پيا هئاسين تمام گهڻو نُقصان ڪيائون جنهن خيمي ۾ ميان يار مُحمد سُتل هو. اُن تي جيڪي پهريدار بيٺل هُئا اُهي ڀڄي ويا. حملو ڪندڙن کي اِها خبر نہ پئجي سگهي تہ يار مُحمد ڪلهوڙي جا ٻہ پُٽ ميان دائود ۽ ميان غُلام حُسين بہ هُتي

ڪنهن خيمي ۾ موجود آهن. اُنهن کي هي بہ خبر نہ پئجي سگهي تہ ميان يار مُحمد ۽ ميان نصير مُحمد بہ هُتي ڪنهن خيمي ۾ موجود آهن.

بهرحال بہ مهينا گُذري وڃڻ ڪانپوءِ بہ شاهي لشڪر توپن سان ليس هجڻ جي باوجود جهوڪ شهر تي قبضي ڪرڻ جي جُرئت نہ ڪري سگهيو. ايتري هٿيارن ۽ ايتري فوجي قُوت هوندي بہ مجبور ٿي آخرڪار پهرين جنوري سترنهن سئو ارڙهن 1 جنوري 1718ع تي صوفي شاهہ عنايت کي صلح نامي جي آڇ موجب هڪ لکت ۾ هڪ رپورٽ پيش ڪئي وئي.

ميان خُدا يار ڪلهوڙي جو پُٽ مُحمد خان ۽ شهداد بلوچ ۽ ٻيا حُڪمران ڏرجي فوج جا اڳواڻ هُئا. اُنهن قُرآن مجيد تي واعدو ڪيو تہ اوهان جي فقيرن کي ڪو بہ نُقصان نہ پُهچندو. صوفي صاحب کي پنهنجن رفيقن ۽ ساٿين سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ سائين اِهي ساڳيا جنگ صفين ۾ بہ هُئا. ۽ اُنهن اُتي بہ قُرآن تي واعدو ڪيو هو تہ ڪُجھ بہ نہ ڪنداسين. اُنهن صُلح جي گهر ڪندي حضرت علي عليه اسلام سان بہ دغا ڪئي ۽ هي پاڻ سان بہ ايئن ئي ڪندا. اوهان اُنهن جي دوکي ۾ نہ اچو.

پر جيئن تہ صوفي هڪ خُدا پرستِ اِنسان هو قُرآن پاڪ جي واعدي تي ڪٿي بہ شڪ نہ ڪيائين ۽ اُنهن جي صُلح جي آڇ کي قبول ڪندي اُنهن کي جهوڪ ۾ اچڻ جي اِجازت ڏنائين.

هو جيئن ئي اندر داخل ٿيا تہ فوج سڄي جهوڪ شهر تي قبضو ڪري ورتو ۽ اُن ڪانپوءِ صوفي شاهہ عنايت کي وڏي آحترام سان نواب اعظم جي خيمي ۾ صُلح نامي تي صحيح ڪرڻ جي بهاني گهرايو ويو. اُتي پُهچندي ئي صوفي صاحب کي هٿ ڪڙيون ۽ بيڙيون پارايون ويون صوفي صاحب جي گرفتاري ڪانپوءِ شاهي فوج اِنتقام جي باهہ ٻاري ڏني. فقيرن جو قتل عام ٿي ويو. فقيرن جا گهر ساڙيا ويا. فقيرن جو مِلڪيتون لُٽيون ويون. جهوڪ شهر جي چار ديواري کي ڍهرايو ويو. جهوڪ جي ننڍي وڏي ٻار کي رت ۾ وهنجاريو ويو. اُنهن ظالمن جي هي مرضي هُئي تہ ايترو تہ ڪوس ڪجي جو نہ ٻج چٽڻ وارو بَچي ۽ نہ وري فصُل لُٽڻ وارو بچي.

جهوڪ شهر کي نابود ڪري نواب اعظم واپس ٺٽي آيو. ۽ صوفي شاهہ عنايت شهيد کي دربار ۾ گهُرايو ويو. نواب اعظم ڏٺو تہ هي شخص نہ مونکان

ڏجي ٿو ۽ نہ تہ پنهنجي ڪئي تي پڇتائي ٿو. ۽ نہ جان بخشي جي آمان گهُري ٿو. حُڪم ڪيائين تہ هن کي واپس قيد ۾ وٺي وڃي رکو. 17 - 1718ع ستين جنوري سترنهن سئو ارڙهن مُطابق 17 صفر 1130 هِجري تي نواب اعظم جي حُڪم تي صوفي شاهہ عنايت شهيد جو سر قلم ڪيو ويو. جهوڪ جي ننگري برباد ٿي ويئي. ڪيترا ويچارا فقير جيئرا جاڳندا زمين اندر پورايا ويا.

نواب اعظم خان پڙهو ڦيرايو تہ جيڪو بہ ماڻهو حق موجود جو نعرو هڻي اُن جي زُبان کي پاڙان ڪپيو وڃي.

حق اڄ بہ پنهنجي جڳهہ تي موجود آهي. اڄ نہ نواب اعظم موجود آهي، ۽ نہ وري هن جا مُغل ٿي آهن.

ڪر جا ڪڏ ڪَنئي پوَڻ خاطِر پرين جي
تِنهن ۾ پاڻ پِيئي، غيبتي غار ٿيو.
(مُرشِد لطيف)

# شاهه عبدُاللطيف جو تازو سنڌ جو دَورو

آئون اڄ بہ هڪ دفعو ٺٽي ۽ مَڪلي کان، جهوڪ شريف ۽ روپا ماڙي کان، نبي سَرَ ۽ مِٺي کان، برهمڻ آباد ۽ ڊِلورا ۽ کان دادو لاڙڪاڻو ڏوڪري، موهن جي دڙي، سنڌ جي سيراندي ۽ سنڌوءَ جي ڀنهي پاسن کان ٿي، جنهن وقت اَروڙ تي آيس تہ هڪ ڀيرو وري بہ ڪُتڪَنَ ۽ وِس وَسن ۾ گهيرجي ويس. ڏاڍي دل اُداس ٿي، ڇِيم تہ آخر ايئن ڇو؟

هي مُنهنجي ڌرتي، اُها ڌرتي آهي، جنهن تان الائجي ڪيترن انسانن کي فيض حاصل ٿيو آهي.

پهريئن آدم کان وٺي اَڄ تائين واري آدم جي مرضي ٿِيَ تہ آئون، سنڌ ڌرتي تي رَهان. ڇو تہ مُنهنجي ڌرتي هميشہ ۽ شِروع کان وٺي، دِل گهُرين ۽ پيار ڪندڙن جي ڌرتي رهي آهي. هي ڌرتي جو ڏن، شهيدن، غيرتمندن، ڏاهن ۽ سُجاڻ ماڻهن جي ڌرتي رَهي آهي. پر افسوس آهي.

آئون اڄ هڪ دفعو وري اُنهي ڌرتي جو دورو ڪري آيو آهيان. جيڪا اِهڙن هيرن کي جنم ڏيڻ جي باوجود بہ پنجن هزارن سالن جي تاريخ ۾ هميشہ مظلوم رهي آهي. ارغونن، ترخانن، مُغلن، پٺاڻن، انگريزن، پنجابين، پناهہ گيرن جي بُغض، عنا، غضب، ۽ قُر مار جو شِڪار رهي آهي. هي زمين ظُلم جا تازيانا ۽ ڏاڍ سَهندي رهي آهي. ظالم ۽ جابر حاڪمن، راجائن ۽ وائسرائن جي هٿان هتي شِروع کان، انسانن جو قتل عام ٿيندو رهيو آهي. ۽ هتي موقع پرستن ۽ ايجنٽن جي ذريعي، مظلومن جي ڳِچي ۾ غُلامي جو ڳٽ وِڌو ويو آهي. آئون ڏُتڙيلن سِنڌين جي مُقدس سرزمينن کان آيو آهيا. آئون سنڌي سچارن، اَبوجهن، غريبن، ۽ مظلومن جي اڳواٽي ڪندو آهيان. آئون اُنهن ماڻهن جو آواز اُٿاريندو آهيان. جيڪي هر روز پنجابي فوجين جي توپن ۽ پناهہ گير دهشتگردن جي گولين ۽ بمن جو شِڪار ٿيندا آهن.

آئون اُتان کان اڃان رهيو آهيان. جتي جو اڌ کان سوايو حصو بِلڪُل تباهه ٿي چُڪو آهي. اُتي اِهڙا بہ ڳوٺ آهن. جن جي گهرن جي ڇت تہ ڇا، پر ڪا هڪ پٽ (ديوار) بہ سلامت ڪانهي. اِهڙا ڳوٺ بہ آهن. جيڪي رهڻ وارن کان خالي پيل آهن. هي اُهي هنڌ آهن. جيڪي پنجاپين، پناهه گيرن ۽ اُنهن جي دلالن جي بي حساب ڪاري ظُلم جي ورچڙهي ڦُلهيار (رک) ٿي ويا آهن. ۽ ڪِٿي ڪِٿي تہ اِهڙي حالت آهي، جو هن علائقي جا لکن کان وڌيڪ ماڻهوءَ بي گهر ٿي ويا آهن. ۽ هن وقت هو پنهنجي برباد گهرن کان پري، ٽرن ۾ ڪي جبلن جي غارن ۾ ڪي شهرن جي مسجدن ۾ ۽ ڪي گهٽين جي چونڪن تي زندگي جي ذِلت جو بار ڪٽيو مجبور ٿيا پسندا وتن.

آئون هت صرف اِن لاءِ آيو آهيان تہ، اُنهن دردن جون دانهون، اُنهن لُٽيلن جون اُڇنگارون ۽ جيڪي اُنهن جون مجبور صدائون آهن. اُنهن کي سنڌ جي سرزمين تي گهر گهر پُهچايان، ۽ پنهنجي پُهچ آهر ڪو آواز اُٿاريان. آئون صرف ان لاءِ آيو آهيان، تہ ڪنهن پابند ۽ ذميدار سُتل ضمير کي ننڊ مان جاڳايان. آئون صرف اِن لاءِ آيو آهيان تہ ڪنهن درد الم، ظُلم وستم، محرومي، مظلومي، نِنڌڪن ۽ يتيمن جا لُڙڪ اُگهان، بي سروسامان ۽ بي سهارا دردمندن جو فرياد ڪريان. بي واهين جي زندگي جو سهارو ٿيان. ييئرن ۽ مائرن جي سيني ۾ دبيل باهه جي داستان جو بيان ڪريان. آئون صرف اُن لاءِ آيو آهيان. جو اونده رات جي ڪاري بادل کي پنهنجي قوم جي مٿان هٽايان، جيڪي بيگُناهه مظلومن ۽ محڪومن جي مٿان ڇانيو بيٺو آهي. اُنهن کي چيري ڦاڙي ٽُڪرا ڪري ڦِٽو ڪريان. ۽ سنڌي ماڻهُن جي باري ۾ تلخ حقيقت ۽ دردناڪ واقعا پيش ڪريان. آئون ايتري لاءِ آيو آهيان تہ مونکان پوءِ وارن اَڍائي سئو سالن کان بہ مٿي جيڪي سنڌي ماڻهوءَ لکن جي تعداد ۾ شهيد ٿيا آهن. يا جيڪي الائجي ڪيترا لا تعداد زخمي ٿيا آهن. اُنهن جي درد پري دانهن ٿيان. جن جي گهٽائي غريبن ۽ لاوارثن جي آهي. آئون اُن لاءِ آيو آهيان. تہ جيڪي منهنجا حقيقي پوئلڳ آهن. بي پناهه برباد ۽ دربدر سنڌي آهن. اُنهن جي ڏُک جو ڏِڍ ٻڌجان. جيڪي ڳوٺن جي گهٽين، رستن جي فُٽ پاٿن، مدرسن ۽ مسجدن جي پٽين جي پاسي ۾ هڪڙي ڪپڙي ۾ گُذارين ٿا. آئون صرف ايتري لاءِ آيو آهيان. تہ درد ناڪ

داستان ڪي اِهڙي طريقي سان اوهان کي سمجهايان جو هن ڪان اڳ ۾ ڪنهن بہ اِهڙي سولي طريقي سان نہ ٻڌايو هُجي. آئون شِڪواه شِڪايت ڪرڻ ڪونہ آيو آهيان. ماڻهو جيڪي پنجن هزارن سالن کان عذابن ۽ ڏکن سورن کي برداشت ڪري رهيا آهن. ۽ اُهي اَڄ بہ اُنهن ڏکن سورن کي برداشت ڪري رهيا آهن. ۽ اهي اڄ بہ اُنهن مُشڪلاتن کي برداشت ڪن پيا.

آئون صرف اُن لاءِ آيو آهيان. تہ دُعا ڪريان تہ خداوندِڪريم هن ڌرتي جي تر بر ۾ اِنقلاب کي ڪامياب ڪري ۽ فتح ڏياري. آئون صرف ايتري لاءِ آيو آهيان. تہ جيئن سچ جي ايمانداري سان پوئواري ڪرڻ ۾ عدل ۽ عدالت جو دامن پڪيڙي سگهان. آئون تہ اِها اُميد تو ڪريان، تہ سنڌ تي ظُلم ڪندڙ استعماري طاقتن جي ظُلم ۽ سِتم جو دور هميشہ هميشہ لاءِ نيست ۽ نابوت ٿي وڃي. آئون صرف ايتري لاءِ آيو آهيان. تہ جيڪڏهن مونکي وري زندگي مِلي تہ آئون هڪ ڀيرو وري پنهنجي زندگي سنڌي ماڻهن مٿان قُربان ڪري، سنڌي ماڻهن کي ويجهو پهچايان.

آئون اُن لاءِ آيو آهيان. تہ ڪا گهُر ڪيان، ڇو تہ جيڪو شخص پنهنجو پورو وجود، پنهنجي پوري زندگي، پنهنجو پورو پروگرام (مِشن) جي حوالي ڪري ڇڏي ٿو. اُنهي کي پوءِ ڪنهن بہ شي جي ضرورت نہ هوندي آهي. هو بِلڪُل بي نياز هوندو آهي. آئون صرف ان لاءِ آيو آهيان. تہ اوهان کي سمجهايان تہ اوهان پنهنجي زندگي کي مقصد مشن جي راھ ۾ قربان ڪري ڇڏيو. ايستائين جيستائين هي مقصد ماڻي سگهون، ۽ دُشمن مُلڪن جون ۽ ڌارين قومن جون جيڪي بد نظرون، مُنهنجي قيمہ ۾ کُتل آهن. اُهي ظُلم ۽ جبر هميشہ هميشہ لاءِ ختم ٿي وڃن. آئون ان لاءِ نہ آيو آهيان تہ اِنهن تُهمتُن، اُفواهن، آذيتن، تڪليفن، ڏاڍ ۽جبر جي ويهي گِلا شِڪوا ڪريان. جيڪي اسان تي هِڪ مُلڪ اِسلام يا هڪ قوم جو نالو وٺي ڪيا ويا آهن. يا ڪيا وڃن پيا.

ڇو تہ آئون پنهنجَن جو پنجن هزارن سالن جي تاريخ جي دور دوران اِهڙي ظُلم سهڻ جو هاڻ عادي ٿي چُڪو آهيان. مون هاڻ پاڻ ۾ اِهڙي قِسم جي بي انصافين کي برداشت ڪرڻ جي سگه پيدا ڪري ورتي آهي. آئون اُنهن مظلوم اِنسانن ۽ بيگُناھ قيد ٿيل سنڌي ماڻهن جي هڪ آھ آهيان.

هڪ پاراتو آهيان. جيڪي تاريخ جي مُختلف دورن ۾ سنڌ جي غدارن، ڌارين ۽ موقعي پرستن جي تشدُد جو شِڪار ٿي پنهنجيون جوانيون ۽ زندگيون قُربان ڪري ويا.

آئون اُنهن دِل شِڪستا ۽ گهبرايل معصوم انسانيت جو هڪ ٿڌو ساهه آهيان. هڪ فرياد آهيان. جيڪي رات جي اونداهي ۾ ٻُڪ جي وِڱهي سُمهي نہ سگهندا آهن. ۽ نہ وري ڪنهن اِهڙي شفقت ۽ رحم ڀريئي هٿ کي حاصل ڪري سگهندا آهن. جيڪي اُنهن کي تسليون ڏيڻ لاءِ اُنهن جي مٿي تان هٿ ڦيريندو هجي. اُهي معصوم اڪيلائي کان ڏاڍو ڊڄندا آهن. پر ڪا بہ اِهڙي مُحبت سان ڀريل هنج (گود) ڪانهي جيڪا اُنهن کي پناهه ڏيئي سگهي.

آئون اُها آهہ آهيان، جيڪا بيواهہ عورتن جي سيني مان ٿڌا شوڪارا بڻجي نِڪرندي آهي. ۽ جيڪا مِيدانن، پوٺن ۽ وسندين ۾ بيدار دلين ۽ باشعور جذبن جي ڳولا ۾ سالن جا سال ڦرندي رهندي آهي. واهر ۽ وسيلو ڳوليندي ڳوليندي ٿڪجي پوندي آهي. هن جا پير چُرڻ پرڻ کان بيهي ويندا آهن. پوءِ هو مايوسي ۽ نا اُميدي سان گڏ هڪ لُڙڪ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. ۽ ماڪ جي شِڪل ۾ ڪنهن وڻ جي پَنَ اندر پناهه وٺندي آهي. آئون زندهہ دلين جي اُميد۰آهيان. جن کي عدُل ۽ انصاف جي تلاش آهي. مونکي هن دور جي هر ظُلم ۽ ستم کان نفرت آهي. آئون اُن ڏينهن جي آس لڳائي ويٺو آهيان. جنهن ڏينهن هن ڌرتي جو هر ڏُکيو ماڻهو مارو ماڻهوءَ عزت جي زندگي گُذاري سگهندو. عدُل ۽ انصاف جي هن پيڙيل وجود کي پنهنجي دامن ۾ پناهہ ڏيندو آهيان. انشاءِ الله هر ڏاڍ، ظُلم ۽ نا انصافي جو هن ڌرتي تان هميشہ جي لاءِ خاتمو ٿي ويندو. آئون اُنهن عاشقن جي دِلين جي تمنا آهيان، جيڪي پوري دنيا ۾ عِشق ۽ مُحبت جو راج چاهين ٿا. ۽ اُن سان گڏ اهو بہ چاهين ٿا. تہ هن ڌرتي تان بُغض، ڪينو حسد، ساڙ ۽ تعصب هميشہ لاءِ ختم ٿي وڃي. آئون اُنهن يتيمن جو لُڙڪ آهيان، جيڪي پنهنجي ڏُکويل دل کي هٿن ۾ جهلي، چئني طرف پنهنجي ماءِ پيءُ جي تلاش ۾ ڦرندا آهن. پر ويچارا جيترو گهڻو ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا آهن.

اوتروئي سواءِ ناڪامي جي ٻيو ڪُجھ بہ نصيب نہ ٿيندو اٿن. اِهڙو وقت ضرور ايندو تہ جڏهن ڪويتيم روئي تہ آسمان ٽُٽي پئي.

آئون شهيدن جو اهو خون آهيان، جيڪو هتان ڪان تمام پري پهاڙن، جبلن، اونهين ڪڏن ۽ ٿر جي رڻ پٽن ۾ هاريل آهي. مون دل جي هن پر سوزيءَ مان سبق حاصل ڪيو آهي. جيڪو حق ۽ صداقت لاءِ ڦٿڪندو آهي، عدل ۽ انصاف ڪي پرکڻ جي جنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندو آهي. آئون آزاد مردن جي قُربانين، مِحنتُن، جذبن جو شاهد آهيان. آئون اُنهن شهيدن جو زنده گواهہ آهيان، جن پوري هستي ڌرتي جي عِشق ۾ قوم جي حوالي ڪري ڇڏي آهي. ۽ ڇاڻ ايئن ٿو محسوس ٿئي تہ هو عمل جي راهہ ۾ گُم ٿي ويا آهن. اَبديت جي حوالي ٿي ويا آهن. آئون سنڌ جي نوجوانن جي ذهنن جي آبياري ڪندو رهندس تہ جيئن هو ظُلم سان مُقابلو ڪري سگهن. ۽ هن زمين تي آزادي جو دليل بڻجن، ۽ شهيدن جي قافلي کي رونق بخشين. آئون روزانو پنهنجي ڌرتي جي شهيدن مان هڪ شهيد کي پنهنجن ڳُلهن تي کڻندو آهيان. ۽ قبرستان ڪٽي ويندو آهيان. هر روز پنجاپين ۽ پناهہ گيرن جي بمباري ۽ فائرنگ جي سبب سوين گهر برباد ٿيندا آهن. ۽ اُنهن جو گهرو سامان پاهہ جي ور چڙهندو آهي. قانون نافذ ڪندڙ ايجنسيون روزانا قتل عام ڪنديون آهن. ۽ اُنهن سنڌي ماڻهن کي پنهنجي زندگي ڪان محروم ڪنديون آهن. سنڌي ماڻهو روزانو موت جي ٻَڪُ چڙهي ويندا آهن. پر ڪو بہ اُنهن کي شهيد مڃڻ لاءِ تيار ڪونهي. هو فرياد ڪندا آهن. پر ڪو بہ اُنهن جي ٻُڌڻ وارو نہ هوندو آهي. اُنهن سنڌي ماڻهن تي ظُلم جا پهاڙ ڪيرايا ويندا آهن. پر ڪنهن جي بہ شعور ۾ بہ اِها ڳاله نہ ايندي آهي. تہ ڪنهن هڪڙي قوم سان ڪو ظُلم ڪيو پيو وڃي. يا ڪنهن قوم تي بيگُناهہ ظُلم جا ڪوٽ ڪيرايا پيا وڃن. هڪ طرف ايئن ڪيو پيو وڃي تہ، ٻي طرف سوچيل سمجهيل سازش تحت سڄي دنيا جي دُشمنن ڪردار ڪشي، بُغض، ڪينو، تُهمت ۽ اُفواهہ سازي جو طوفان ڇٽني پاسن ڪان سنڌي قوم پرستن تي شِروع ڪري ڏنو ٿو وڃي. ايستائين جو اِنقلابي مُلڪن ۾ سنڌي ماڻهو کي بدنام ڪرڻ جي سازش ڪئي ٿي وڃي.

ڪافي ماڻهو مُختلف ذهن رکندڙ مونتي تُهمت لڳائين ٿا. مُنهنجي خيالن کي بين القواميت ڏانهن وٺي ويندا آهن. مونکي سچي عالم جو اڳواڻ ڪري پيش ڪندا آهن. مون تي ڪُجھ طبقن ۾ آئر رسوخ وارن ماڻهن طرفان دٻاءُ وڌو پيو وڃي، تہ آئون صرف سنڌي ماڻهن لُتلين، غريبن ۾ لاوارثن جي ڳاله ڇو ٿو ڪريان. مونکي سمورن پاڪستانين، مُسلمانن جي ڳاله ڪرڻ کپي. مونکي سنڌي عام ماڻهن جي ايتري ڳاله ڪرڻ نہ گھُرجي، جيتري آئون ڪريان ٿو. پر آئون صرف اُنهن ماڻهن جي ڳاله ڪندس. جن کي توهان پنهي هٿن سان ماريو ۽ لُتيو آهي. مُنهنجو اُنهن لُتيلين جي حق ۾ ڳالهائڻ جو اصل مقصد ئي اِهو آهي. تہ من ڪو ٻُڌي اُنهن جي احساس ۾ اُدمن جي ڪو حفاظت ڪري ۾ حمايت ڪري، پاسداري ڪري، آئون واضح ٻُڌائڻ ٿو گهُران تہ مون خُد 1689ع کان 1752ع تائين 63 سال زندگي جا گُذاريا آهن. پر اُهي تيهٺ ورهيہ خطرناڪ حالتن ۾ موت جي جنگ ۾ گُذاريا آهن. خاص ڪري شاھ عِنايت جي هاري تحريڪ کانپوءِ آئون جڏهن 28 ورهيہ جو هُئس، ۽ مونکي اهو فخر نہ پر خوشي آهي جو اُنهن ۾ مونکان جيڪي پُڇجي سگهيو اُهو ڪُجھ مون پنهنجن سنڌي ماڻهن لاءِ شاعري جي سهاري بيتن جي شڪل ۾ چئيو. آئون هر ڳاله کان واقف آهيان. جيڪي بہ ظُلم جا پهاڙ اوهان سنڌي ماڻهن جي مٿان ڪرايا ويا آهن. يا جن ڏوهن جا اوهان تي اِلزام هٽي، جن ڏوهن ۾ جڪڙيو ويو آهي.. سچ پچ مونکي شديد ڏُک پهتو آهي. ۽ اُنهن اِلزامن ۾ بي واجبين جو ٻُڌي مُنهنجي دل شديد زخمي ٿي پئي آهي. مونکي ايتري تائين بہ ڏُک آهي، تہ اوهان سان پنهنجا سنڌي ماڻهو بہ سچا ناهن. اوهان سان وڏيون ويڏنيون تيون آهن. ۽ آهي مشڪوڪ ماڻهو حق کان مُنهن موڙي باطل جي طرفداري ڪن ٿا، تہ اُن وقت مونکي احساس ٿو ٿئي تہ خاموش يا چُپ رهڻ جائز يا مُناسب ڪونهي. ۽ مونتي اِهو فرض ٿو لاڳو ٿئي تہ آئون حقيقت جو آواز اُٿاريان. خاص ڪري اُن وقت جڏهن دُشمن اوهان سان هر مُحاذ تي جنگ جوتيَ بيٺو آهي.

سياست جي، اِقتصادياتي جي، صحافت جي، اخلاقيات جي، پروپيگينڊا جي، اُفواهن ۽ تُهمتُن جي، تہ جڏهن بہ اِهريون حالتون مُنهنجي سامهون اينديون آهن تہ پوءِ آئون مجبور ٿي پوندو آهيان. تہ جواب ۾ ڪُجھ

چوان، ۽ جيڪي ڪُجھ چوندو آهيان، اهو مُخالفن جي سرگرمين ۽ اُنھن جي زبان درازي جو هڪ سيڪڙو حصو بہ ڪونهي. نہ تہ هن وقت ڪو مون وٽ وقت آهي ۽ نہ فُرصت. نہ تہ وري آئون اوهان وٽ آهيان. ۽ نہ ئي وري ڪو اوهان مون سان ملي بہ سگهو ٿا. جو جنھن جي ڪري ڪُجھ حقيقتون بيان ڪريان.

ڪافي اِهڙا انسان آهن جيڪي ڄاڻي ٻُجھي، يا نا سمجھي جي ڪري اِنھي طريقي جي پويان آهن. جو هرو ڀرو بہ ٻين مُلڪن ۽ ٻين قومن جي طرز روش يا طريقہ ڪار کي سامهون آئيڊيل نموني طور اسان جي اڳيان پيش ڪندا آهن. ۽ اُن مهل مونکي ايئن محسوس ٿيندو آهي. تہ اُهي ضرورت کان وڌيڪ تيزي ڏيکارين ٿا. ۽ اسان جي غريبي ۽ بي حالي منجهان غلطيون ڪڍي ڏيکارين ٿا. پنھنجو پاڻ کي سچو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. اِهڙن ماڻھن جي طريقن ۾ ڪوڙ مڪر، فريب، چالاڪي ۽ دلالي ڪانسواءِ ڪُجھ بہ نہ هُوندو آهي. تہ اَهڙين رَوِشَن جي پڌرائي ۽ اهڙين طريقن تان پردو ڪڻڻ، منھنجو فرض بنجي ويندو آهي.

مون سَوين سالن کان اِهڙن گندن پيشور انسانن سان جنگ جوٽي آهي. جيڪا اڄ بہ اُنھن سازشي ٽولن سان جاري آهي ۽ منھنجي اڄ بہ اِها آخري اُميد آهي تہ منھنجن سنڌي ماڻھن کي اِنھي ظلم جي ڏکھي سفر کان نجات ۽ ڇوٽڪارو ڏياريان. اُميد تہ عزت جي زندگي گذارڻ لاءِ سنڌ جو نوجوان ظُلم سان همت ڀري جنگ ڪندو ۽ منھنجون بہ آسون پوريون ٿينديون ۽ مِحنت ثابت پوندي.

لڳي لڳي واءُ، واري ڍڪيس انگڙا،
پئي ڪٽي پساھ پسڻ خاطر پرين جي.

پٽي ڪٽي پساھ ڏکي ڏيئي وٽ جيئن،
اَڄ ڪي سنجه صباح، چوندا مُنڌ مَري ويئي.

—

# مچ ڪَچهري

مچ ڪچهري لوڪ آدب جو بُنيادي يونٽ آهي. ڪنهن اوطاق تي ڪنهن ڳوٺ ۾ شاعر ۽ سُگهڙ گڏجي ويهي، ڏور، هُنر، ڳُجهارت، ڏٺ، لطيفا، پهاڪا، محاورا ۽ چوٽيون، جيڪي سڀ لوڪ ادب جون صَنعَتُون آهن. اُنهن تي طبع آزمائي ڪندا آهن. هڪ ٻئي کان سِکندا ۽ سيکاريندا آهن. پاڻ ۾ راڄ جا، پاڙي جا، پسگِردائي جا، هڪ ٻئي سان گڏجي ويهندا آهن. کل يوڳ ڪندا آهن، مُحبتون ونڊيندا آهن. ۽ ڪڏهن ڪڏهن ضرورت پوڻ تي هڪ ٻئي جي اخلاقي مدد به ڪندا آهن.

ڪچهري جي يا خوشي ملهائڻ جي ڪا به موسم نه هوندي آهي. توهان جڏهن چاهيو سيارو هجي يا اُونهارو هجي. رات هجي يا ڏينهن صُبح هجي يا شام هجي، جيڪڏهن رات هجي ته اونداهي هجي. يا چانڊوڪي پر ڪچهري ڪري سگهجي ٿي. خوشي ملهائي سگهجي ٿي. پر اُن لاءِ ڪُجھ مُناسب ٽائيم اونهاري جي پيٽ ۾ سيارو هوندو آهي. ڏينهن جي پيٽ ۾ مناسب رات جو هوندو آهي. شهر جي پيٽ ۾ ٻهراڙي، ڪو ڳوٺ سلجهيل ۽ مُحبت ڪندڙ ماڻهن جو هجي ته وڌيڪ بهتر ۽ مزو ايندو ۽ لوڪ ادب کي هٿي ملندي.

هن وقت به مچ ڪچهريون ٿين پيون جنهن ۾ صوفي صفت وڏي شوق ۽ چاھ سان ملهائن ٿا. ميڊيا جي به اِنهن پروگرامن ۾ تمام وڏي دِلچسپيَ هوندي آهي. هن وقت جيڪي مچ ڪچهرين جا پروگرام ٿيا آهن انهن ۾ ڳائڻ ۽ نچڻ تمام زبردست ٿيو آهي. مونکي پروگرامن جي ملهائڻ ۽ جاري رکڻ سان خوشي ٿي آهي. اُن ۾ شاھ عبدُاللطيف ڀٽائي جا بيت ۽ وايون پڙهڻ جو شوق ۽ سنڌي ٻولي جي بچاءِ جي جنگ مضبوط نظر اچي ٿي.

ماضي قريب ۾ ٿورو ويجهڙ ۾ مُحترم ڊاڪٽر سُليمان ۽ ٻين سگا وارن دوستن ڪوشش پئيءَ ورتي ته سنڌي نوجوانن کي شاهه سيکارجي. هڪڙو پروگرام اِهڙي قسم جو سنڌ لينگويج اٿارٽي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب هال ۾ ٿيو هو. وري ان سگا جي طرفان ڪيل ڪوششن ۽ محنت جي ڪا خبر ڪانهي ته ان جو ڇا ٿيو؟

بهرحال مڇ ڪچهري، لوڪ ادب جو يونٽ آهي. ساڃاهه وند ان ۾ دلچسپي وٺن. هت آئون هڪ مڇ ڪچهري جو نمونو (ڊِنگ) توهان آڏو رکان ٿو. اُميد ته توهان کي پسند ايندو. مُنهنجي هي هڪڙي اڌوري ڪوشش آهي.

سانگهڙ ضلع جي جهول شهر کان ٿورو اڳيان 4 ڪن ڪِلو ميٽرن تي ساڌوٽي نالي هڪ ڳوٺ آهي، اُنهن مڇ ڪچهري جو بندوبست ڪيو. آئون ۽ عاشق سولنگي اُنهن جي ڏنل تاريخ ۽ مُقرر ڪيل وقت تي پُهتاسين. چانهه ۽ ننگر پاڻي سڀ ڪُجهه اُتي اُن مڇ تي تيار ٿيو. اُتي اُنهن جي ذِڪر جي ٿانون ۽ پيالن ۾ ننگر پاڻي ڪيوسين. نيڪ ذهين وڳي عاشق سولنگي کي چيم ته ڪچهري جي شِروعات هاڻ ٿيڻ گهُرجي. تون اُتي مڇ تي ڪچهري جي وضاحت ۽ اُن جا ضابطہ ۽ رهنما اصول ٻُڌائي شِروعات ڪر.

عاشق اُتي ڳوٺاڻن سان مُخاطب ٿيندي چوڻ لڳو ته ادا اسان کي خبر آهي. توهان سڀ سنڌي ڳوٺاڻا لطيف جي فِڪر جا پوئلڳ آهيو هاڻ اُٿڻ، ويهڻ، ڳالهائڻ ۽ ڇُرپُر بند. وِچ ۾ وري ساهي ڪٽنداسين. پر في الحال جيڏو لطيف سائين جو نالو وڏو آهي، اوتروئي اسانکي احترام ڪرڻو آهي. ۽ عاشق چيو ته جيئن مذهبي عقيدي موجب چيو ويندو آهي ته جنهن جو ڪلمي تي اعتبار نه آهي اُهو مُسلمان ناهي، تيئن ئي اسان لطيف سائين جا پوئلڳ چوندا آهيون، ته جنهن کي شاهه جو بيت نٿو اچي اُهو سنڌي ناهي. عاشق سولنگي چيو ته شروعات لطيف سائين جي بيت سان آئون ٿو ڪريان، ۽ اُن کان پوءِ واري واري سان توهان مان جنهن جو نمبر ايندو ويندو. اُهو اُتي ٻيهي اِحترام ۽ همت سان ، شاهه جي بيت کي صحيح انداز سان پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو. ايئن نه ٿئي جهڙو ٻڪي جو ڪوڙو پڙهي رهيا هُجو. سچ پُڇو ته ڏاڍي راحت ملي ڏاڍو سُرور مِليو جو رات خير جي

ايئن گُذري ويئي جو ڪا خبر ئي نہ پئي تہ ڪيئن جلدي صُبح ٿي ويو. پڙهندڙ ٻارڻ طئي ڪن تہ مچ ٿي ويهي شاهہ جو رسالو پڙهڻ ئي سُنت لطيف آهي.

سائين مُهنجا مُنهنجي لِکڻ سان ڪنهن کي تڪليف پُهتي آهي. ڪنهن جي دِل آزاري ٿي آهي تہ، آئون مُعذرت ٿو ڪريان. پر لطيف سائين سان مُنهنجو جُنوني لڳاءُ آهي. ڪو بيت غلط ٿو پڙهي يا ڪا ڄاڻي ٻُجهي شعوري لا پرواهي ٿو ڪري تہ دِلي صدمون ۽ تڪليف پُهچي ٿي.

ڪنهن دوست مونکان پڇيو تہ چاچا آئون شاهہ جو رِسالو ڪنهن جو لِکيل وٺان، چيومانس تہ لِکيل ڪِنهن جو بہ هُجي پر شاعري تہ شاهہ صاحب جي، لطيف سائين جي هوندي نہ. پلا توهان وٽ ڪهڙو رِسالو آهي، چيومانس تہ وري ساڳي ڳاله ڪئي نہ. بابا سڀ رِسالا، رِسالا آهن. ڳاله شوق جي آهي، ڳاله مُحبت جي آهي، ڳاله دِل لڳي جي آهي. پر جي رِسالن جو ٿو پُڇين. ڊاڪٽر نبي بخش خان، ڊاڪٽر گربخشاڻي، غُلام مُحمد شهواڻي، ڊاڪٽر ٽرمپ، سائين غُلام مُصطفيٰ شاهہ وارن ، امداد علي سرائي جي اڳواڻي ۾ وفد موڪليو هو. اُنهن جو گڏ ڪيل موتي اڻ مُله توريا. پر اُنهن سان گڏو گڏ مون وٽ ميرزا قليچ بيگ جو لِکيل بمبئي وارو ڇاپو اِمام غزالي جي عربي واري رِسالي تان ڪيل ترجمو پهريون 1906ع جو ڇاپيل هن وقت 2011ع آهي هڪ صدي ختم ٿيڻ آهي. 1952ع کان مون وٽ آهي. 50 سال ٿيڻ وارا آهن مون وٽ ۽ رِسالي جي ڇپائي کي 105 سال ٿي ويا آهن 57 سال مون حفاظت ڪئي آهي رِسالي جي. هن وقت هي رِسالو بِلڪُل ضعيف آهِي. پر اڄ بہ اِحترام سان ڏسي ۽ پڙهِي سگهجي ٿو. هن وقت محترم حاجي ٻانهون خان ـــــ ثقافتي ڪلچر وارن ڇپايو آهي. ٻانهي خان صاحب سنڌي قوم لاءِ هڪ عجيب ۽ دِلچسپ رِسالو ڇڏي شاهہ عبدُالطيف جي رِسالي تي ڊِڪشنري الف ب جي حِساب سان ڇپيل مِرزا قليچ بيگ صاحب جي 1926ع ۾ جيڪا پرگِڙي نيشنل پريس ميرپور خاص مان ڇپائي پڌري ڪئي ويئي. جنهن جي قيمت اُن وقت جي سرڪار موجب 2 رُوپيہ چار آنہ (ٻہ رُوپيہ چار آنا) لِکيل آهِي.

مون کان ڪِنهن مُحترم دوست پُڇيو تہ توکي ڪيترو وقت ٿيو آهِي. لطيف سائين کان مُتاثر ٿيندي، ۽ اِها آخر اِهڙي ڪِهڙي ڳاله آهِي جِنهن

توکي ايترو مُتاثر ڪيو جو تون ڄڻُونَ جي حَد تائين جذباتي ٿيو وڃين. تہ مون چيومانس تہ ادا جيستائين ڪيتري وقت جي ڳاله آهي تہ آئون چوندس تہ جڏهن الله تبارڪ وتعاليٰ روح سڀ هڪ ڏينهن ۾ خلقيا ۽ اُنهن کان پُڇيائين ۽ واعدو ورتائين تہ ڇا آئون توهانِ جو رب آهيان تہ روح کان دل مان "قالوبلا" سان گڏ اجان بہ اڳتي وڌي وچن ڪيو. جنهن جو ثبوت پيش ڪندي هينئن لِکندس تہ.

الست بربڪم جڏهن ڪن پيوم
قالو بَلا قلب سين، تڏهن تِتِ چيوم
تنهن ويل ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين.
شاهہ

شايد اُن کان بہ اڳ.

نَڪا ڪُن فيڪُون هُئي، نَڪي مُورت ماهہ
نَڪا سُڌ ثواب جي، نَڪي غَرض گُناهہ
لِکيائين لطيف چئي، ڳُجها اندر ڳاهہ
اکين ۽ ارواح، هُئي ساڃاهہ سُپرين جي.
شاهہ

۽ باقي سوال جو رهيل اڌ تہ اِهڙي کِهڙي ڳاله آهي جنهن مُتاثر ڪيو. اُن جي وَضاحت هينئن ڪريان ٿو تہ مُنهنجي پيءُ ڏاڏي تائين جي مالي حالتن ۽ شعور جي مونکي پاڻ کي خبر آهِي. اُن کان آئون خود واقف ۽ آگاهہ آهيان. پر مونکي بابا ٻڌائيندو هو تہ بابا ستين پيڙهِين ۾ تہ پاڻ مان ڪير بہ پڙهيل ڪون هو. تہ پوءِ اُن کان اڳ کِهڙو دور هئو. جنهن ۾ مُنهنجي خاندان وارا تعليم يافتہ ۽ باشعور هُئا. هي اڄ جيڪي بہ ڪُجھ آهيون اُن ۾ لطيف سائين جي رهبري جي ڪري ئي آهيون. شاهہ صاحب چيو آهِي تہ.

نہ مون ناناٽا ڪتيو نَڪي ڏاڏاٽا،
پرين جي پاران مون سين وڏائي وڙ ٿيا.
شاهہ

مُنھنجو ھڪ اِھڙي خاندان سان تعلق آھي، جنھن جي غُربت، جنھن جي شرافت، جنھن جي مِحنت، جنھن جي ھِمت، جنھن جي خِدمت، جنھن جي سچائي ۽ ايمانداري جي ساخ سوين ھزارين ماڻھو اڄ بہ ساکي مِلندا. اڄ بہ اسان شِڪلن ڪارا، ۽ ڪوجھا، ڏيرا ۽ ھيٺا ماڻھو . ھر ھِڪ جي اڳيان ٻانھون ٻڌندڙ ۽ نِوڙت سان پيش ايندڙ ماڻھو آھيون اِھڙين وصفن، ۽ اُھڃاڻن ۽ نِشانين وارن ماڻھن جن لاءِ شاھ صاحب ھيئن چيو آھي تہ:

ڪاڄ جَنين جو ڪِڪِيون، مال جنين جو مُڏ،
سمين سيئي سيڻ ڪيا، ھيٺا جنين جا ھڏ.

لطيف سائين کي ھميشہ اسان جھڙن، ھيٺن ۽ نِنڍڙڪن ماڻھن جي فِڪر ۽ ڳڻتي، پريشاني ۽ آون ھوندي ھُئي. تہ پوءِ اِھا ھستي، اِھا سوچ، اِھا تڙپ، ۽ ايتريون ھمدرديون ۽ ايتري مالڪي ڪندڙ کي ڀلا ڪير وساري سگھي ٿو.

لطيف سائين ڪنھن ھڪ فرد جو نالو تہ پر ھو ڪنھن اصول، ڪنھن عمل، روئي ئي ڪنھن ايمانداري، ڪنھن سچائي جو نالو آھي، ۽ لطيف سائين جي سچائي، پرگھور، مُحبت، دُعائون ۽ رواداري بہ ڪنھن ھڪ فرد جي لاءِ يا ڪنھن ھڪ طبقي لاءِ نہ پر ھو تہ ھرھڪ سان چڱائي ڪندڙ ھرھڪ جي ڀِھتري ۽ ڀلائي لاءِ لوچيندڙ آھي. پر جيڪڏھن ڪو اِحسان فراموش، ڪو اٽاسو ڪو بي گُرو آھي. تہ اُن کي ڀا ٿو چئي سگھجي.

ھن جي چڱن خيالن وارن ماڻھن کي سدائين ھدايت رھي آھي تہ اڳيون ماڻھو ڀا ٿو ڪري اُنکي توھان ڇڏي ڏيو. توھان پنھنجن سُٺاين ۽ چڱاين ڀلائين ڏي ڌيان ڏيو.

چڱا ڪن چڱايون، مَدايون مٺن،
جو وڙ جڙي جن ڪان، سو وڙ سيئي ڪن.

## مُلڪ جي ورهاڱي وقت سنڌ جو تعليمي نصاب ۽ اُن وقت جا اُستاد

آئون ايترو ڪو گهڻو پڙهيل ڪو نہ آهيان، غريبي واري حالت هُئي، پر پوءِ بہ بابا ۽ امان جي مِحنت، مهربانين ۽ دُعائن سان سنڌي ۾ ست درجا ڳوٺ ۾ هُئا. سو مون بہ 1954ع ۾ سنڌي فائنل ڪري ورتي هُئي. هي مٿيون بہ لائينون مون اُنڪري نہ لِکيون آهن تہ مُنهنجي ايتري تعليم هُئي يا مون ۾ ايتري اَهليت هُئي. پر اِهو مون اُن ڪري لِکيو آهي تہ اسان جو اُن وقت جو جيڪو معياري نصاب هو جنهن ۾ ڪُجه سبق ۽ ڪُجه شاعري اِهڙي قسم جي ڏنل هُئي جنهن ۾ بار ڪي ان نِصاب پڙهڻ سان قوم سان ٻڌي، مُحبت، ۽ پيار سان گڏوگڏ غربت جو احساس پنهنجي ماضي جي يادگيري تمام پلن، انسانن ۽ پلن شاعرن جو تمام وڏي شِدت سان احساس احترام دل ۾ پيدا ٿيندو هو. تہ ڪيترا نہ هي عظيم انسان هُئا جن ڪي پنهنجي نئين نسل ڪي بگڙڻ کان بچائڻ ۽ نئين راهہ ۽ نوان دڳ ڏيکاريل هُئا. جنهن ۾ چند نالا لِکڻ مُناسب سمجهان ٿو جن جو مواد ڇهين ۽ ستين جي شاگرد کي پڙهآيو لِکايو ۽ سمجهايو ويندو هو. جنهن ۾ شاهہ عبدُالطيف، سچل سرمست، سامي صاحب، عبدُالحُسين سانگي، مخدوم مُحمد زمان، ۽ ڪي ٻيا تمام گهڻان ۽ وڏا نالا ، جن جي مِهربانين سان پوءِ اسان ڪٿي عالم يا فاضل نہ بنجي سگهياسين. يا وري ڪيٰ اسين تمام وڏا آفيسر نہ بنجي سگهياسين. جنهن جو مونکي تہ گهڻ ۾ گهڻ هڪ تڪي جو تہ ڇا هڪ پائي جيترو بہ ڏُک ڪونهي ڇو تہ اُنهن ناميارن انسانن کان جيڪا رهنمائي ملي. يا جيڪو ڪُجه سکياسين. اُهو نہ صرف رُڳو اسان لاءِ پر اسان ان ڄاڻ کي پنهنجي اولاد ڏانهن مُنتقِل ڪيو ۽ جيڪو اڄ بہ توهان جي سامهون آهِي. ۽ نتيجو اڪين آڏو آهي.

نہ تہ اڄ بہ توهان رُڳو پنهنجي اِرد گِرد نظر گهُمائي ڏسندا تہ تمام وڏا وڏا دعويداري ڳالهيون، تہ سوشلزم ۽ روشن خيالي جي ڪندا رهندا آهن. ظاهري طرح مذهب جي خِلاف ناراضگين جا اُٺ قطاري اچي لاهيندا. اُنهن کي تمام وڏو صوفي هُجڻ جو شوق هوندو. پر جڏهن سندن نالن تي نظر

وِجهبي يا تخلُص ڏِسبا تہ ڪو آبو فلان تہ ڪو ابو جَلان هوندو. پر اسان جيڪا لوري، جيڪو درد، جيڪا پيڙا، ڇهن جماعت مان ڪٽي نِڪتا آهيون اڄ بہ اُن گهڙي جي لاءِ ڪوشان ڪري رهيا آهيون. ۽ اُن ڪان هڪ مِنٽ بہ غافل نہ رهيا آهيون. متي جاٽايل تمام پلوڙ انسانن تي لِکڻ ڪان پهرين اُن وقت جي نِصاب جي ٿوري جهلڪ ٿورو جهتڪو ٿورو ديدار ڪرائيندو هلان، تہ اُهي بہ ڪي اُستاد هُئا.

مونکي قطئي ڪنهن جي دل رنجائڻ جو شوق ڪونهي. ليڪن هڪڙو ڏُک آهي. تہ ڪيڏا وڏا نالا ايجوڪيشن سان لاڳاپيل آهن. ويهين، پنجويهن، ٽيهن سالن ڪان پگهارون بہ اُتئين پيا کڻن. پر هڪ ڏينهن بہ پنهنجي اداري ۾ نظر نہ آيا آهن. دعوائون تہ ايتريون وڏيون آهن. جو ڪُجھ چئي نٿو سگهجي. ۽ نہ وري مونکي اِهو بہ شوق آهي تہ آئون سچو نصاب ان وقت جو جيئن جو تيئن لکي شايع ڪريان. آئون چاهيان ٿو تہ ٿورو ڪنهن پڙهندڙ کي اِحساس ڏياري سگهان تہ ڪيئن اُن وقت جو نِصاب تيار ڪيو ويندو هو. يا اُستاد پڙهائڻ ۽ سيکارڻ جي ڪري ڪيتري ڪوشش ڪندا هئا. جو تہ ٻار جي پڙهڻ واري وهي (ڄمار) جو ڪُجھ تمام مُختصر محدود تاثير هوندو آهي. جنهن کي توهان جيڪو بہ ڪُجھ صحيح يا غلط ٻُڌائيندا. تہ ٻار اُن کي جيئن جو تيئن قبول ڪندو آهي. ياد ڪندو آهي. آئون جيڪا ڳالھ لِکڻ يا ٻُڌائڻ چاهيان ٿو اُها هي تہ ڪئين اُستاد ٻار کي حساس دل بنائيندا هئا. ۽ ڪيئن ٻار کي اخلاقي فرضن کان واقف ڪندا هُئا. مون هِڪڙي سبق جي حوالي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اُن تي ٿورو لِکي پوءِ ٻارڻ پنهنجي موضوع يعني شاھ ،سچل، سامي تي ڪُجھ لکنداسين. مون جنهن ڪورس جي سبق جي حوالي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهِي اُن جو عُنوان هو. (قُرب ۽ همدردي).

## قُرب ۽ همدردي

ڪِتاب جي سبق ۾ لِکي ٿو تہ، قسمت سانگي ڪاله جهنگ جو سير پئي ڪيم تہ هڪ قبرِ اڳيان ٻہ ٻار ويٺل نظر آيا. ويجهو اچي ڏسان تہ، هڪ تازي قبر آهي ۽ ٻہ ٻار آهن جن ۾ هڪ ڇوڪري آهي، جنهن جي عُمر لڳ

پيگ ڇه سال جي هوندي، ۽ هڪ ڇوڪرو آهي، جنهن جي عمر پنج کان ڇه سال جي هوندي. هڪ سال جو گيپ (فرق) نظر آيو. اڌ ماني جو هٽ ۾ اٽن جو هڪ ٻئي کي آڇين ٿا. پر منجهائن ڪائي ڪير بہ نٿو. مُنهنجي اوچتي پُڇڻ تي گهبرائجي وڃن ٿا، مان اُنهن کي دلداري ۽ دلاسو ڏيان ٿو ۽ ٿورو پيار ۽ همدردي سان پُڇان ٿو تہ آخر ڳاله ڇا آهي؟ تہ مُنهنجي پُڇڻ تي ڇوڪرو تہ چُپ رهي ٿو پر ڇوڪري ڳالهائيندي ٻڌائي ٿي تہ اسان ٻئي پاڻ ۾ ڀيڻ ڀاءُ آهيون، هي قبر اسان جي ماءُ جي آهي.

جنهن کي 3 ڏينهن ٿيا آهن انتقال ڪري ويئي آهي. اسان 3 ڏينهن کان ايئن بُکيا آهيون، اسان جو پيو ڪو عزيز ڪونهي، مونکي ڪله ڪنهن رحم ڪائي اڌ ماني جو ڏنو جيڪا مون کاڌي آهي، ۽ اَڄ بہ هي اڌ ماني جو مونکي مليو آهي، مُنهنجي ڀاءُ کي هن مهل تائين ڪِٿان بہ ڪُجه بہ نہ مِليو آهي. آئون چوانس ٿي تہ، مون تہ وري بہ ڪله کاڌي آهي. پر هي اِنڪار ڪندي چوي ٿو تہ ڀيڻ ڏيڻ واري توکي ڏني آهي تہ تون کاءُ، نہ، آئون چوان ٿي تہ منهنجو ڀاءُ آهين، تن ڏينهن کان بُک تي آهين ڪُجه ڪائي وٺ.

## پاڪستان ٺهڻ وقت سنڌ جو نصاب ۽ اُن وقت جا اُستاد:

اِهو ڪُجه ٻُڌي مونکي اکين مان پاڻي اچي ويو ۽ اُهو انسان ٻڌائي پيو تہ آئون ٻنهي ٻارن کي پيار ڏيئي پنهنجي گهر وٺي آيس.

تہ سائين هتي هاڻ اِهڙو نصاب ڇو نٿو ڇپرايو وڃي، يا ڇو نٿو پڙهايو وڃي، گهٽ ۾ گهٽ پلا سنڌي نوجوان کي ڊگري يا نوڪري نہ مِلندي پر اخلاقي قدر تہ سکندو ڪُجه احساس تہ پيدا ٿيندا. اَڄ جي ڇُڙواڳ نوجوان کي ڇا سيکاريو پيو وڃي، هي معاشرو ڪيڏانهن پيو وڃي، اِن لاءِ ذميوار ڪير آهي، اَڄ تعليم جي شرح ڇا آهي. اُنهن کي ڪير اَخلاق سيکاريندو. اَڄ جي نوجوان ۾ مُهذب پڻي جي ڪيتري اُميد ڪري سگهجي ٿي. ڇا جنهن قوم لاءِ شاهہ سچل، سامي، ۽ موهن جي دڙي واري ثقافتي قوم جي دعوي ڪئي وڃي ٿي اُن جي پَٽَ ۽ پرم رکڻ واري ڪنهن ۾ اُميد رکجي. اُن لاءِ ڪنهن ڪوشش ورتي آهي، يا ڪنهن مِحسوس ڪيو آهي. ڊِڄو اُن قومي قيامت جي مَحشِر واري ڏينهن کان جڏهن جاهليت جو سِج نيزي پاند اچي

بيهندو. ڪيڏو نہ شاهہ صاحب ويچارو دانهون ڪندو ۽ وقت کان پهرين چوندو ويو تہ:

سونهان چائين سُڌ نہ پئين سسئي پُڇ مَ سي،
متانِ تو ئي کي، منجهائن مارڳ ۾
شاهہ

اسان جڏهن اسڪول ۾ ڇهين جماعت ۾ پڙهندا هئاسين ۽ اُستادن سان گڏجي مسجد ۾ نماز لاءِ ويندا هئاسين. ۽ نماز پڙهڻ لاءِ پيش امام ٿيڻ جا فرض اسان جي اسڪول جو هيڊ ماستر استاد محمد صديق ڪتي (سومرو) استاد کي خُدا بهشت نصيب ڪري پاڻ پينڊو شريف جِتي جو مدرسو تمام پُراڻو ۽ مشهور آهي. اُستاد جي پويان نماز جو فرض پڙهندا هئاسين. ۽ دُعا ۾ جيڪا شاهہ جي شاعري پڙهي دعا گهُرندو هو. جا تہ دُعا هوندي هُئي. اُهي دُعا جا بيت بہ لطيف سائين ڏانهن توَجه ۽ نيازمندي جو سبب بڻيا. جِنهن ۾ بيت تہ عام آهن. پر ڪيڏي نہ ان ۾ التجا آهي. تہ

جيڏو ٿُنهنجو تانءُ، پاڄه بہ آوڏيائي مَنگّيان،
ريءَ ٿنيي رِي ٿُوٽيئين، تون ڇپر تون ڇانءُ،
ڪچاڙو ڪمان، توکي معلوم سيڪي.
شاهہ

يا

سٽُر ڪج سٽار آءٌ اُگهاڙي آهيان،
ڍڪج ڍِڪڻار، ڏِيئي پاند پناهہ جو.

شاهہ

تون ڪا وائي وار دلاسي جي داسڙا،
تونءِ مُنهنجو ولهو آئون تو ۾ طمعدار.

شاهہ

مُنهنجي مَداين جي ڪل پرين پئي،
ڪڏهن ڪو سا نہ ڪينَ ٿيا، ڏوراپو ڏيئي،
ساجن سيوئي، مُنهنجيون ڊِڪيون ڊول ڊلائيون.

مون مَٿي ڪُجھ شاعرن جا نالا ورتا آهن. جن جي شاعري نِصاب ۾ ڏنل هُئي. جن مان ڪُجھ شاعرن جو ذڪر سائين حيدر علي لغاري صاحب پُڻ ڪُجهان ڪُجاڙو ۾ ڪيو آهي. جن ۾ مشهور شاعرن ڪانسِواءِ بہ ڪُجھ اِهڙا نالا آهن. جن جي شاعري مَشهور هوندي بہ گُمنام لڳي پيئي آهي. مِثال طور تي هڪ شاعر جنهن جي شاعريَ فائنل جي ڪورس تائين موجود هُئي. جنهن جو تخلُص گُل هئو. جنهن جي شاعري ڪُجھ هن ريت هُئي. جيڪا اَڄ بہ مونکي لفظ لفظ ياد آهي. اُن جون ڪُجھ سِٽون هي آهن.

سُخن ڪي جنهن جي سچ ناهي چوي پيٺو چريا چَپ چَپ ،
ٺويئي ۾ ناهي هڪ داٺو چوي بيٺو چريا ڌَبَ ڌَبَ
آهين جي مُڙس گُل تون دُرس گهڙ منجھ تار ڏي تارون
ڇا ڪي تون چوڪرن جيان ٺوڪرين نندي پاٺي ۾ ڇَپ ڇَپ

اُن بيت ۾ هڪ بيت مِسڪين جي تخليق سان تمام شاندار ۽ بحر وزن ۾ خوبصورت ۽ ان بيت جي آخر ۾ آخري هڪ سِٽ عبدُالحُسين سانگي صاحب جي شامِل ڪئي آهي. پر اِها بہ سانگي صاحب جي حوالي سان ڪئي آهي. نہ تہ هتي ترجُمن ۾ ادب ۽ ڪماٽين ۾ شاعري ۾ بہ چوري نہ پر ڌاڙا لڳل آهن. وڏا وڏا نالا ٻئي جي لِکٽي چورائي پنهنجي نالي سان لِکيو ويٺا آهن. سو مون مِسڪين صاحب جي شاعريَ ۽ اُن جي شاعري ۾ ايمانداري پيش ڪرڻ چاهي ٿي. شاعري ڪُجھ هن ريت آهي تہ.

عُمر لا نيدين ۽ لوڙهن سان نہ ماڙيون ٺوءِ مَنائيندِيس،
لَيَن لاٽَن ۽ ڪِرڙَن ۾ ٻَڪا پنهنجا وَسائيندِيس.

بيت تمام وڏو آهيَ پر آئون صرف نالي واريَ مِصرَع ۽ مِسڪين جي ايمانداري لِکان ٿو.

ادا مِسڪين ڪي واھ واھ وڻي سانگي سَندي مِصرَع
نِماڻي نارَ آھيان، پَر وَڏن جا وڻ وَڄائيندِيس.

ڏِل چوي ٿي تہ ھِڪ بند شاھ زمان جو بہ توھان جي آڏو پيش ڪريان، جِنھن جي وحدانيت لاءِ مُنھنجي ايمان کي پڪوءَ ۾ پُختو ڪيو.

ھَنيلا ھُوڏ پئي تون يَلين ڪوٽ اڏاءِ،
خَرچي خزانا، ٿُون ماڙيون محل بنَاءِ
پَر پِٽَ نہ مِلنديئي پِٽِ کي، اي ھِينئِن سين لاءِ
شاھ زمان سان جاءِ بيشڪ ڪنھن جي ناھ ڪا.

ھي بيت جيڪي مون لِکيا آھن. اُھي سپ مُعاشري جي اٽبرابري ۾ سماجي حالتُن سيکاريا آھن. جيڪي مون 1952ع ۾ پڙھيا ۽ ياد ڪيا، اڄُ 2015ع ۾ پيپر رکڻ وارا آھيون، جيئن جو تيئن ياد بيٺا آھن. اُن زماني ۾ شاھ عبدُاللَطيف ۽ شاھ ڪريم تي ڪافي مَواد موجود ھو. پوءِ مونکي 1906ع جو مِرزا قليچ بيگ جو رَکيل يا ڇپايل گنج رسالو ھٿ اچي ويو. ۽ اَڄ بہ مون وَٽ مَوجود آھي. ۽ مِرزا قليچ بيگ صاحب جي لطيف سائين تي ڇپرايل ڊڪشنري جيڪا 1926ع جي پُرگڙي نيشنل پريس ميرپور خاص جي ڇپيل اھا بہ مون وَٽ گنج سميت 1952ع کان موجود آھي.

آئون ھن وقت اسان جي نصاب جي ڪورس ۾ جيڪي شاھ جا بيت شايع ٿيل ھُئا. اُنھن مان ٿي بيت لکان ٿو. جيڪي ٽيئي بيت سُسُئي جي حوالي سان لِکيل آھن.

اَڳي اُٺ رَڙَن پر مون پيري ماٺ ٿي،
پلاڻيندي پاڻ ۾ ڪُڇيو ڪِينَ ڪُنن
ڪاڄا مَامَر مُنَن، ھن پڻ ھُتي ڪا ھُئين ايين.
شاھ

ھِن مٿيئين بيت ۾ شاھ صاحب اُٺ جي نَفسيات يا اٺ جي نسبت ۽ جاگيرداري نسبت ھِڪ جھڙي ڏيکاري آھي. اُٺ جي ھڪ تہ سُڃاڻپ ھي آھي تہ جنھن وڻ سان ٻڌوس. تنھن کي کائيندو. ۽ ٻي اُٺ جي ھي سُڃاڻپ

آهي، تہ اُٺ جي پُٺي تي بہ توهان آٽ، ٽو مڻ بار جا رکوس تہ بہ ڪٽي ٽِپ ڏيئي اُٿي بيهندو. پر دانهوڙو تہ اِهڙو آهي جو پنج سير بار جا تہ ڇا ڪالي پُٺيءَ تي ٻانهن رکوس تہ رنگندو پيو دانهون پيو ڪندو. تِهڙي طرح سنڌ جي جاگيردار جي طبيعت، نفسيات ۽ مِزاج اُٺ وانگيان آهي. جنهن وڻ سان (جنهن سان بہ واسطو پوين) پڏوس تنهن جو خير نہ آهي. ٻيو سدائين جاگيردار وڏيرو غير ضروري لکين روپيہ خرچ ڪندو وتي پر جي جائز خرچ ڪندو تہ دانهون ڪندو گهُمندو ۽ جهان کي ٻُڌائيندو گهُمندو. پر شاهہ عبدُاللطيف سائين اُن بيت ۾ ثابت ڪندي، سُٺي جو فائدو ڪڍندي چوڻ پيو چاهي اِهڙن دانهوڙن سُٺي معنيٰ (سنڌ، ۽ قوم) سان ظُلم پيو ٿئي. سڀ ڪُجهہ لُٽجي ويو. سڀ ڪُجهہ ڪجي ويو ڏاريا اچي ويا، ڪراچي مان تخت ڪجي اسلام آباد پُهتو. پاڻي تي قبضو ٿي ويو. ون يونٽ ٺهي ويو پر ڪُجهہ ڪين ڪُنن. شايد لڳي ٿو تہ اُهي بہ سڀ جا سڀ صلاحو هُئا. هڪڙي ڳالهہ هُئا، هڪ ٻڙڪ بہ نہ ڪُيا. حيف هجين، ڪاجامام مُٺن هِن پڻ هُئي ڪا هن سين. شاهہ صاحب ٻي بيت ۾ چوي ٿو تہ:

ڏاريان ٿي ڏاريا مِٽ مُئي جا نہ ٿيا،
مَدي ڏيرن مَن ۾، تہ بہ ڪِليو ڪِيڪاريان
صُبح تي ساريان تہ، اُٺ نہ آوطاقن ۾.
شاهہ

ڏاريان وري ڏاريا آهن، جي هن ڌرتي جا حِلالي ٻار هُجن ها تہ ايئن ڪونہ ٿئي ها. سنڌ سان ايڏي هاجي تي چُپ ۽ ماٺ ڪري ڪونہ ويهن ها. اسان سان سدائين مُسلمان ڀائُرن جي ٿالي ۾ يا ڏيرن معنيٰ پنهون جي ڀائرن جي نالي ۾ لُٽ ڦُر ٿي آهي. ۽ اِها لُٽ ڦُر ايتري تہ مِٺ ماٺ ۽ چُپ چاپ جي انداز ۾ ۽ پنهنجائپ جي روين ۾ ٿي آهي. جو رات جي چٽن پهرن ۾ سڀ ڪُجهہ لُٽجي ويو. اسان صُبح ٿيڻ تائين معنيٰ ٿورو رُڳو اُوندهہ کان نِجات مِلي آهي تہ سڀ ڪُجهہ نظر پيو اچي تہ پيتنگ لڳي پئي آهي.

صُبح تي ساريان تہ اُٺ نہ اوطاقن ۾

شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي رحمتہُ الله عليہ ڪورس مان جيڪو ٽيون بيت ڏيڻ چاهيان پيو اُهو ڪُجھ هن ريت آهي.

چاجي ڏِنگا ڏير، شَل مُنهنجو ڏينهن ڏِنگو مَ ٿئي،
اُنن ۾ آونيڱَن جو ڇا وَيهوٽو وير
هي ڪميٽي ڪير، جا اَمُرُ ڪي آڏو اَچي.
شاھ

هن بيت ۾ شاھ صاحب سَسُئي ڪي (سنڌ ۽ سنڌ جا نِندُٽڪا ماڻهو) آزمائش سان مُنهن ڏيڻ ۽ صبر مان گُذاريو آهي. ۽ مايوسي مان ڪڍي خُدا ڏانهن رُجوع ڪيو آهي. الله تبارڪ وَ تعاليٰ جڏهن چاهيو هي سڀ لُڙ لَهي ويندا، اُنهن اُنن ۽ آونيڱن ڪي ڪِهڙي طاقت آهي.

هن ڪانپوءِ سچل جو جيڪو مشهور بيت اهو مونکي 1952ع ۾ پڙهڻ لاءِ مِليو ۽ جنهن مُنهنجي هن مُعاشري ۾ رَهبري ڪئي. جنهن ۾ سچل سائين چيو تہ:

مَذهبن مُلڪ ۾ ماڻهوءَ مُنجهايا،
شيخِين، پيرن، پنڊتن بيحد ڀُلايا،
ڪي نوڙيو نِمازون پڙهن ۽ ڪِن مندر وَسايا.
آوڏو ڪين آئيا، عَقُل وارا عِشق ڪي.
سچل

سامي جي سُلوڪ مان بہ ڪافي ڪُجھ ڪورس ۾ هُئا. اَڄ تہ ڪو هزارن ۾ هوندو جو سامي جهڙي شاعر ڪي پڙهندو هوندو. نہ تہ اَڄ ڪله آلائجي تہ ڪِهڙي قسم جي شاعري پڙهي، ڳائي ۽ ٻڌي وڃي ٿي. ڪُجھ وقت اڳ هڪ اِهڙي قسم جو دور هو جنهن ۾ شاعري جي ذريعي قيامت جو خوف ۽ قبر جا عذاب ياد ڏياريا پئي ويا، خُدا جو خوف ڏنو ويندو هو. جنهن ۾ هن قسم جي شاعري هوندي هُئي.

اي سُڪيا سَت ماڙ وارا ڪُجھ قبر ڪي ياد ڪر.

يا وري

سامي سوڙهي، قبر انڌاري، تنهن ۾ بندا تون رَکبين نيٺ

وري پيو هڪ اِهڙو دور آيو. جو جُرئتُن ۽ بهادرين جي شاعري ثيڻ لڳي. جيئن آهي تہ:

سوري سينگاري، اصُل عاشقن کي

۽ پوءِ وري بغاوتي قِسم جي بہ شاعري ڪئي ويئي. جنهن ۾ صوفي قِسم جا ۽ يگانا شاعر بابا بُلي شاهہ جهڙا ميدان ۾ لَهي آيا. جِن اُهو ڪُجه چوڻ شِروع ڪيو تہ:

جِس گلي وِچ مسجِد پانوان، اُس گلي وِچ پير نہ پاوان،
سين نماڪي سجدا نہ ڏيوان، ڪُفر بِنا بيڪار نهين،

جهڙو دور جهڙا ماڻهو جهڙي پسند. تهڙي شاعري. اڄ جيڪا شاعري ڳائي، وَڄائي، ۽ ٻُڌي وڃي پئي. اُن کي ٻُڌندڙ تہ رومانٽڪ، سيڪس جو نالو ڏين ٿا. پر پُراڻن خيالن جا ماڻهو شهوَت وڌائڻ جو نالو ڏين ٿا. جيڪا ڪُجه وقت اڳ گهرن ۾ وَڄائڻ کان لنوايو ويندو هو. اُن شاعري کي هاڻ ڇوڪرين، آزادي جي مُهم جي راهہ ۾ عام ڪري ڇڏيو آهي. اَڄ جي شاعري وري هن قسم جي آهي. هِڪڙو انور قمبراڻي نالي شاعر آهي جنهن کي جَلال چانڊيئي تمام گهڻو ڳايو. هن جو هڪ ڪلام آهي تہ "چار پرائون، چارئي چَڙهَي آون، ماسي نہ ناني هي" معنيٰ جيڪڏهن ماسي، ناني هُجين ها تہ پوءِ هُو چَڙا نہ پر گهَر تَڙ وارا هُجن ها.

سائين سامي جي سُلوڪن جا ڪُجه بيت پڙهندڙن لاءِ پيش ڪريان ٿو. تہ جيئن هوپڙهي اندازو ڪري سگهن. تہ سامي صاحب ڪيڏو وڏو شاعر هو ۽ اُهي بيت بہ مونکي 1952ع کان اَڄ تائين ڪيئن دل تي ياد بيٺا آهن.سامي صاحب لِکيو آهي تہ:

پڙهيا پرجهن ڪينڪي، ڏاها ڪين ڏسن،
منجهئون خواب خيال جي، ٿا ڪوڙا قصا ڪن،
هڪڙو اکر پريم جو سامي رکن نہ مَن،
پتيون پيئو جن، سي مائل ٿيا مهراڻ ۾.
سامي

سمجه ۾ صدق، جن کي ڏنو ستگرو،
سي خاص خِلوت ڏار ٿيا هر دم ڏسن هِڪ
توڙي رکن لڪ، تہ بہ سامي لِڪي ڪين

سامي

مُک سان رام چئي سانت نہ اچي جيءَ کي،
ان پاڻي جي ناءُ سين اڄ ٻُک ڪيئن لهي،
لنگر پُهچي ڪين ڪو بنا پند ڪِٿي
گرمگ رهت رهي تہ سُکي ٿئي سامي چئي.

—

# سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۾ جَشنِ لطيف

شايد 1986ع جو واقعو آهي فتح مِل وارن مالِڪن جي ٻچ چئجي يا ڇُرچ انهن جي ڇوڙ تي يا انهن جي ڏِيُ تي فتح مِل ۾ هلندي پُڇندي وارن مِل جي پرسان رهندڙ بـ ڳوناٺا شايد هڪ جو نالو مُحمد علي ماڇي ۽ ٻئي جو نالو مونکي ياد ناهي وسري ويو آهي. اُنهن ٻنهي بيگُناه سنڌي ماڻهن کي ماري وِڌو. ڏينهن جو 11 رڳي ٻه چار مرد ۽ ٻه چار عورتون هيون. توتل ٻارن سميت 14 15 ماڻهن تي مُشتمل ماڻهن لاش کڻي اچي سول اسپتال اندر لاش رکي گهوڙا پانه سي پٽ ڪئي. جيترا بـ ماڻهو لاشن سان گڏجي آيا هُئا. اُنهن ۾ عورتن توڙي ٻارن ۾ ڪنهن هڪ جي بـ ٻُت تي سگهو ڪپڙو يا ثابت ڪو نـ هو. ٻارن ۽ عورتن جا پير اُگهاڙا هئا. ويچارا پاڻ مُرادو دانهون ڪري رهيا هُئا. مُنهنجو اسپتال ۾ اچڻ ڪنهن دوست جي خبر رکڻ يا طبيعت پُڇڻ هو. هي نِنڌڪا ماڻهو هن جو ڏٺي نـ ڪو سائين. رڙيون ڪري رهيا هئا. تہ اِحتجاجن نَعرا بـ هڻي رهيا هئا. قاتل آهي قاتل آهي فتح مل جو مالڪ قاتل آهي. ماڻهن کي مِنتون ۽ آزيون نيازيون ڪري رَهيا هُئا. تہ اسان جي لاشن جي جنازي نماز پڙهايو. آئون بـ رڙهي وڃي ويجهو ٿيو مانَ. ڪعبتُ الله جي لحاظ سان نيڪ طرح سان لاش رَکرائي آئون وِضو لاءِ تياري وٺي بينُس اچي. اِسپتال جو ماحول هو مونکي ڏِسي ڪُجه هِتان هُتان کان بيا بـ ماڻهو رهڙي اچي ويجها ٿيا، 1000 کن جي لڳ ڀڳ ماڻهو گڏ ٿي چُڪا هُئا. مون وارثن کان نِماز جي اِجازت گهُري. جنازي نماز شِروع ڪئي. نِماز پڙهي دُعا گهُري، نمازين کي مون انهن غريبن سان گهڙي کن گڏجي ويهڻ

جي گُذارِش ڪئي. مون جنرل باڊي ڪئي صحافي هِڪڙو بہ پنهنجي ٿي خيال سان اوچتا اچي نِڪتا. اُنهن وارثن کان مقتولن جا نالا پُڇي سڄي معلومات وٺي رپورٽنگ تيار ڪئي. اُنهن اخبار وارن جي تعاون سان مُسلسل سڄو هفتو رپورٽنگ ٿيڻ جي ڪري گهانگرا موري واري واقعي جي نالي سان شُهرت ۽ مقبوليت حاصل ڪئي. آخرڪار مِل جي مالڪن اُنهن غريبن کي ڪُجھ ڏيئي وٺي راضي نامون ڪري ورتو ۽ بيگُناهن جا خون ايئين لُڙهي ويا.

جنهن ڏينهن اسپتال ۾ مون نماز پڙهائي ۽ جنرل باڊي کي خطاب ڪيو هو. اُن کان پوءِ اڳيان ايندڙ رات جو سچل ڪاليج جي شاگردن صاحب خان چانڊيو محبوب ابڙو ۽ ٻين شاگردن جيڪي سچل ڪاليج جا شاگر هئا. اُنهن گڏجي جشنِ لطيف جي نالي ۾ هڪ جلسي جو انتظام ڪيو هو. ۽ اُستادن کان اِجازت بہ ورتي هُئي. پر آخري وقت تي ڪاليج جي اِنتظاميہ اِنڪار ڪري ڇڏيو ۽ چوڻ لڳا تہ شاگرد لطيف جي نالي ۾ سياسي جَلسو ٿا ڪرڻ چاهين ۽ ٻيو هِتي ڪاليج اندر آئوٽ سائيڊر ايندا ۽ نعري بازيون ڪندا ۽ گهٽ وڌ ڳالهائيندا. تِنهنڪري جلسو نہ ٿيندو وغيره وغيره. اُنهن ڏينهن ۾ اسان جي رِهائش هيرآباد ۾ هوندي هُئي. ۽ آئون بہ اُها رات گهر حيدرآباد هيرآباد گهر ۾ رهيل هُوس. شاگِردن سوچيو تہ ايترو خرچ ڪيو اٿئون. ماڻهو بہ ويچارا ڪوڙ سارا اچي گڏ ٿيا آهن. شاگردن پنهنجي طرفان ٽي رُڪني مذاڪراتي ڪميٽي جوڙي. جن اُستادن کي ڳالهين لاءِ راضي ڪري ورتو ۽ ڳالهين ۾ استادن کان پُڇيئون تہ سائين توهان کي ڪِهڙا خِدشا آهن. استادن وري بہ هڪ ڀيرو آئوٽ سائيڊرز جو خطرو ۽ خدشو ڏيکاريو. شاگردن استادن کان پُڇيو تہ سائين آئوٽ سائيڊرز مان توهان جي مُراد ڇا آهي؟ توهان تہ اسان جا استاد آهيو. توهان لاءِ تہ اسان وٽ عزت آهي، احترام آهي. اسان پنهنجي ڪاليج ۽ پنهنجن استادن جي بدنامي جو سوچي بہ ڪو نہ ٿا سگهون. توهان کي جيڪي بہ ضابطا لڳائڻا آهن يا لڳائڻ چاهيو ٿا. اُهي ٻڌايو تہ صحيح اسان توهان جي عزت نہ ڪنداسين تہ پوءِ ڪنهن جي ڪنداسين. استادن جي نُمائيندگي ڪندي ڪاليج جي اُستادن مان هڪ استاد ڪُلم ڪُلا اِهو چئي ڏنو تہ ڇا بہ ٿي پوي پر اسان ڪاليج ۾ مُنور لغاري ۽ آصف بالادي کي تقرير ڪرڻ ڪونہ ڏينداسين. ۽

ڪنهن آئوٽ سائيڊر ٻاهرين ماڻهو کي به تقرير ڪرڻ نه ڏيندا سين. شاگردن جي ڪاميٽي وارن استادن کي چيو بس ڳاله به ايتري پلا آصف ۽ مُنور جلسي ۾ اچي ويهي ته سگهن ٿا نه؟ ويهڻ جي اِجازت اٿن نه؟ ويهڻ تي راضي ٿيا. ته مٿان وري هڪ شاگرد حُجت ڪئي، استادن کان ته سائين پلا ايتري ته عزت ڪريو ۽ اِجازت ڏيو ته هِڪ غير سياسي، ويچارو هڪ پوڙهو ماڻهو آهي، پلا اُن کان ته تقرير ڪرايون؟ اُستادن راضي ٿي اِجازت ڏيندي ايترو ظابطو لاڳو ڪيو ته اُهو پوڙهو به ڳالهائيندو ته صرف لطيف سائين تي ڳالهائيندو. لطيف کان ٻاهر ڳالهائڻ جي اجازت نه هوندس. استاد راضي ٿيا ۽ جلسي جي جلدي جلدي شُروعات ٿي. ڪو دوست موٽر سائيڪل تي گهر آيو. مونکي چيائون ته چاچا توهان جا ڪي مِهمان آيا آهن. توهان کي مُنور سڏي ٿو. مون وڃڻ کان اِنڪار ڪيو ته مُنور جي ماءُ سختي ڪئي، ته وڃينس هُن ويچاري گهُرايو آهي، ۽ تون وڃڻ کان اِنڪار پيو ڪرين. مُنور جي ماءُ جهان جي چاچي کي چيم ته اچوڪي سِول اِسپتال واري گهانگهرا موري جي غريبن واري واقعي کان پوءِ مونکي ڏاڍي تڪليف پهتي آهي، ڏُک ۽ صدمي کان مٿو سور کان ڦاٽي ٿو.

آئون اُن نوجوان سان گڏجي موٽر سائيڪل تي چند مِنٽن ۾ ئي سچل ڪاليج پُهتس. جَلسي جي ڪاروائي شِروع ٿي چُڪي هُئي، جَلسي جي صدارت سائين اُستاد آحمد شاهه عُرف اُستاد بُخاري جن ڪري رهيا هُئا. شاگردن ۽ اُستادن جي وِچ ۾ جيڪو وهيو واپريو يا جيڪو ڪُجه ٿي گُذريو اُنهن جي خبر مونکي جَلسي گاهه ۾ پُهچڻ کان پوءِ مِلي، مونکي پُڌايو ويو ته چاچا توهان کي ڳالهائڻو آهي، پر ڳالهائڻو صِرف لطيف تي آهي. اُن کانپوءِ جَلسي جو اکين ڏٺو آحوال يا چاچا جيڪو ڪُجه ڳالهايو اُن جو موجود اُن وقت جو سچل ڪاليج جو اُستاد ۽ ڊِرامہ نِگار، ڪالم نگار، ڪهاڻيڪار، مضمون نويس چاتل سُچاتل سائين زيب سنڌي اڄ به زنده سلامت آهي. ته جشنِ لطيف ۾ جنهن جي صدارت اُستاد بُخاري صاحب جن ڪري رهيا هئا. اُن جَلسي ۾ چاچا مُحمد علي چا چا چيو ۽ ڪاليج انتظاميہ ۽ اُستاد صاحبان جا تاثُرات ڇا هئا. چو ته 1986ع کان پوءِ وري شايد 1991ع ۾ قاسم آباد ۾ چاچا قاسم سومري وارن وٽ زيب سنڌي سان اچانڪ مُلاقات ٿي هُئي. زيب جو چوڻ هو چاچا پاڻ پنجن سالن کان پوءِ اڄ مليا آهِيون پر اڄ به

مونکي اهو جلسي واري ڪاروائي ۾ توهان جو تقرير ۾ چيل اکر اکر مونکي ياد آهي. جيڪا تو اسان استادن جي ڪل لاٿي هُئي. مون زيب سائين کي چيو ته بابا ڳُتا لفظ مون ڪونه ڳالهايا هئا. لطيف سائين تي ڳالهايو هئوسين. زيب چيو ته توهان جي تقرير ڪانپوءِ اسان پاڻ ۾ گهٽي ڪوٺ ۾ ڪمي محسوس ڪئي، جيڪا پوءِ ڪوشش ڪري ان جو پورائو ڪيوسين.

جَلسي جي ڪاروائي هلندڙ هئي، ڪافي مُقرر ڳالهائي چُڪا هُئا، آخر مونکي ڳالهائڻ لاءِ حُڪم ٿيو. آئون اِسٽيج تي اچي بيٺُس، هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم، اندازو لڳائيم ته سامعين ٻُڌڻ جي موڊ ۾ آهن ۾ ٻُڌڻ چاهين ٿا، اِهو سڀ ڪُجھ مون چند گهڙين ۾ اندازو لڳائي ورتو. مون شاھ صاحب جي بيت سان شِروعات ڪئي. جيڪي چيم اُهو اَڄ به مونکي لفظ لفظ ياد آهي. اُن تقرير جا ڪُجھ ٽُڪرا چاهيان ٿو ته رڪارڊ تي به اچن ۾ لِکت ۾ هُجن متان ڪو سنڌي ماڻھو پڙهي وِجهي، اُن ڏينهن مُنهنجي شِروعاتي بيت لطيف سائين جو عام بيت هو جنهن ۾ پاڻ چيو آٿن ته:

ڳُڏهن ڳُڏهن هِينئڙا تتو وَٽين تون،
تو جَي سجڻ سارِيا سَي وَس ناهِن مون،
ڳُڏهن ڳُڏهن تون تو آڻ ڏِنا آرا ڳرين.
شاھ

اُن بيت پڙهن ڪانپوءِ محسوس ٿيو ته لطيف سائين کي پِهريون دفعو ناراضگي به ٿي آهي، ۾ مايوسي به ٿي آهي. اِها هِن کي ٿي به سجڻ جي ڪري آهي. جن کي هو سجڻ سمجهي ٿو. ۾ لطيف سائين کي صدمون به ايڏو پُهتو اٿس جو بي ساخته چوڻو پئجي ويس ته اهڙن سڄڻن ۾ اميد رکڻ، معنيٰ آڻ ڏِنا آرا ڪرڻ آهن، پيرُن کان پير گھُرڻا آهِن. آئيندھ لاءِ اِهڙي اُميد رکڻ جي بجاءِ پنهنجي هينئڻ کي پنهنجي دِل کي پنهنجي روح کي سمجهائيندا اسين. شاھ صاحب هِڪڙي هنڌ هينئڻ به چيو آهي ته:

چڱن سان چڱايون، ايئن ته هوندن هُو
پر تو جيئن ڪري ڪو بُرن سان ڀلايون.
شاھ

مون استادن سان مخاطب سادن مثالن جو سهارو ورتو جنهن ۾ مون اهو ڳجه چورڻ شروع ڪيم ته توهان ۽ اسان جيتوڻيڪ شهرن ۾ رهيل آهيون، پر اسان سڀني جو تعلق ڳوٺن سان آهي، ڳوٺن ۾ زيادهه تر چوريون ٿينديون آهن. چور چڪار اسان جي غفلت ۽ لاپرواهي جو فاعدو کڻڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. چور چوري هميشه اُن جي ڪندو آهي، جيڪو ياڳيو سدائين ننڊ ۾ هوندو آهي. جاڳندڙ ياڳيءَ جي چوري ڪا اِتفاق سان ٿيندي آهي، نه ته گهڻو ڪري نه ٿيندي آهي. ڇو ته جاڳندڙ ياڳيو گهر ڏٺي هميشه پُڇي وٺندو آهي، ڪير آهِن، ڇو آيو آهين، ڇا ڪنيو اٿئي. اسان جي نوجوانن جو وڏي ۾ وڏو ڏوهه اِهو آهي ته هو جاڳن ٿا ۽ ڏاريئي، بدنيت ۽ چور ڪان پُڇي وِجهن ٿا ته ڪير آهين، ڪِٿان آيو آهين، ڇو آيو آهين. اسان جي نوجوان تي اُنهي پُڇڻ جي ڪري اُنهن تي سدائين ڏمر رهيو آهي. اُن جو واحد سبب ئي اِهو آهي. جو هو جاڳي ٿو. سنڌ کي بچائڻ لاءِ، سنڌ جي نوڪرين ۽ هر وسيلي کي بچائڻ لاءِ سنڌ دُشمن قوتن جي ته خواهش آهي، جاڳڻ جي بجاءِ سنڌي ماٺهو سُتل هُجن، گهِري ننڊ ۾ هُجن. ڏاريا ۽ چور چڪار پنهنجي مرضي سان ايندا رهن. اسان جو جاگيردار وڏيرو ويچارو ته ڏاڍو سُمهڻ جو شوقين هوندو آهي. هُن کي ننڊ ڏاڍي وڻندي آهي. جيڪڏهن خُدانخُواسته هِڪ به رات ننڊ نه آيس ته قهر جون ننڊ جون گوريون لاتعداد کائي به چوندو آهي ته سُمهان، ڏاڍي ڪا سُمهي ننڊ ڪيان شاهه صاحب وڏيرن کي ته نه چئي سگهيو پر سُتئي کي ته چئي ڏنئين ته:

جاڳي جاڳي سُتئي، تو ننڊ وِهائي ڇو
جنهن محل تُنهنجو پُنهل ويو پهر نه جاڳِئين سو.
شاهه

سائين توهان اڄ ٿا سوچيو ته ڇوڪرا جاڳين ٿا، ۽ هو پنهنجي ۽ پراوي جي فرق کي سمجهن ٿا. پرائي کان نفرت ٿا ڪن ته توهان به هنن تي ناراض ٿا ٿيو. توهان ته اڄ ٿا محسوس ڪيو پر لطيف سائين کي اڍائي سئو سال پهرين ئي خبر پئجي چُڪي هئي، ته هڪ وقت اِهڙو ايندو جو سنڌي ڏُکيو ٿيندو ۽ سنڌ جا نوجوان ڪفن مٿي سان ٻڌي سنڌ کي بچائڻ جي ڪوشش

ڪندا تہ والدين ۽ استاد اُنهن کي منع ڪندا تہ ايئن نہ ڪريو ايئن ڇو ٿا ڪريو. شاهہ صاحب کي سُر سُهڻي ۾ چوڻو پئجي ويو. جنهن پهرين والدين تي منظر ڪَشي ڪئي آهي تہ هينئن ٿيندو شاهہ صاحب چئي ٿو تہ:

سُهڻيءَ مَرَ گهڙ درياءَ ۾، اَڄ ڏاڍو آهيس دم،
ڪاري راتہ ڪنن ۾، تُنهنجو ڪِهڙو آهي ڪم،
مَتان نجاڳي ڏم، اَڇي پُڇي پاڙي واريون.
شاهہ

اُن پهريئن بيت ۾ والدين بنجي سُهڻي يعني (نوجوانن) کي سمجهائي ٿو تہ اَڄ درياءَ ۾ ايڏو چاڙهہ آهي جو اصل ٿي ماڻهو (يعني ايجنسيون) ماڻهو پيو ڪري، ڇري تون اهڙو جوکم ڪٽڻ جهڙو ڪم تہ ڪر، نہ تہ اڇي ڇاپا نہ هٽنئي ۽ تنهنجو پاڙي وارن ڪان اڇي پڇائون نہ ڪن. تون اِهڙو خوامخواهہ لتاڙجي ۽ لُڙهِي مري ويندين. ٻئي بيت ۾ لطيف سائين پاڻ نوجوان بنجي شپر سينو ڪري مقابلي لاءِ تيار ٿو ٿئي، پاڻ چوي ٿو تہ سڀ ڳُجهہ قُربان ڪندس، پر پنهنجي مقصد تان ڪونہ هٽندس، پلين مونکي سڀ ڳُجهہ قُربان ڪرڻو ڇو نہ پئجي وڃي. شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:

پلين پُڇي پاڙي واريون، ڪوهہ ڪريندو ڏم،
ڪاري رات ڪُنن ۾ آهي ڪا راڻين ڪم،
هي هڏو وهي ڇم، گهوريو مُحب ميهار تان.

شاهہ صاحب تہ هر اُن مرد کان خفا ٿو ٿئي جيڪو خوف ۾ گهيريل آهي. هر اُن مرد کي همت ٿو ڏياري تہ توکان تہ عورتون همت واريون آهن، تون جهٽ ۾ ٿو بانءِ ڪرين، توبه ڪرين، پاڻ چون ٿا تہ هڪ عورت جي همت تہ ڏس شاهہ چوڻ لڳو تہ:

ڪاري رات ڪچو گهڙو اُٿيهين اونداهي،
پر چنبڙ نالو ناهي ڪو دريا دڙ لاهين،
ساهُڙ خاطر سُهڻي، اُپي تي آئي،
اِي ڪم اِلاهي، نہ تہ ڪير گهڙي ڳُن ۾.

شاهہ صاحب

سائين هي شاگرد ويچارا تہ جاڻڻ چاهين ٿا پر توهان سيکارڻ کان انڪار ڪريو ويٺا آهيو. اُنهن کي شعور حاصل ڪرڻ جو شوق آهي. هي پنهنجي ۽ پرائي جي فرق کي سمجهڻ ٿا چاهين. هي سچ ڇا آهي، ڪوڙ ڇا آهي، کي سمجهڻ ٿا چاهين توهان هنن کي سمجهايو ئي نٿا: هي شاهہ کي ٻُڌڻ، سمجهڻ، ۽ پڙهڻ ٿا چاهين، تہ توهان انڪار جا ڏنڊا کڻيو ويٺا آهيو. پنهنجا ظابطا لاڳو ڪيو ويٺا آهيون. شاگرد شاهہ سائين کي سمجهڻ لاءِ توهان استادن وٽ، ڪاليجن ۾ نہ اچن تہ پوءِ هي ڪٿي وڃن. ڇا هي اوطارن ۾ مڪانن ۾ موالين وٽ وڃن. ڇا توهان اِهو ئي چاهيو ٿا تہ آخر اُهي ڪهڙا سبب آهن جو شاگِرد پڙهڻ ۽ ڄاڻڻ چاهين ٿا. پر توهان اُستاد ليڪ ڪِڍي بيهي رهيا آهيو تہ لطيف سائين جو نالو وٺڻ ۽ کڻڻ جي ڪاليج جي چوديواري جي اندر ڪنهن کي بہ اجازت نہ هوندي. يا شايد لڳي ٿو تہ توهان اُستادن کي ئي لطيف سائين سمجهہ ۾ ئي نٿو اچي، جو توهان شاگرن کيٰ پڙهائي سگهو.

آئون سچ چوندس تہ هن مُقدس اداري جي توهين ٿي پوندي نہ تہ مونکي پڪ ٿي ويئي آهي. تہ ڪُجهہ استادن کي ڇڏي ڪري باقي استادن کي لطيف لکڻ تہ ڇا پڙهڻ بہ ڪونہ ٿو اچي.

سائين بُخاري صاحب مُعزرت سان، توهان استاد بہ آهيو توهان شاعر بہ آهيو اڄ ڪٿي اُنهن استادن جي لِکت ۾ ٽيسٽ وٺيّ ڏِسو تہ مُنهنجو اندازو ڪيترو صحيح آهي، آئون لِکڻ لاءِ گهٽو ڪونہ ٿو چوان صرف هڪ سِٽ شاهہ صاحب جي آئون پڙهان ٿو هي ويٺل جيڪي پيشي جي لحاظ کان اُستاد بہ آهن، پنو پينسِل کڻن لِکي ڏيکارين. جيڪڏهن هت نٿا لکن تہ بہ آئون شاهہ جي بيت جي سِٽ پڙهان ٿو ۽ پوءِ سُياڻي پلي پاڻ مُرادو پنهنجي مُنهن وجي پلي پريڪٽس ڪري ڏِسن، تہ ڇاڇا مُحمد علي لغاري ڪيترو سچ پئي چيو. سِٽ ۾ صِرف بہ چار اکر آهن.

ڪا جا مام مُنن، هِن پُڙ هُئي ڪا هُن سين.

سائين معاف ڪجو آئون تمام گهٽو ڳالهائي ويو آهيان. مونکي ايترو نہ چوڻ گهُرجي ها. پر هي جي قوم جا ٻچا آهن. اُهي توهان جا بہ ٻچا آهن.

آخر ڪٿي سِڪندا، اڄ ايماندارانه توهان ڏسو ته قوم جي ٻارن جي تعليم جي ريشو ڪٿي بيٺو آهي. اسان جو اِهو حال آهي ته چاچا پنهنجي زندگي پوري ڪري ويندو پر قوم جيڪا، توهان کي ايترن سُٺن خيالن سان ياد ڪري ٿي، اُها توهان کي نالي ۽ کهڙي انداز سان ياد ڪندي. سائين حيدر علي لغاري صاحب جن، اسان کي سيکاريو ته استادن کي ۽ شاهه جي هنن سٽن تي عمل ڪرڻ گهُرجي، پر يقين سان نٿو چئي سگهجي ته ان تي ڪڏهن عمل ٿيندو.

پاشائي نه پاڙيان، سرتيوَن سُئي ساڻ،
ڍَڪي اُگهاڙن کي، ڪينَ ڍِڪيائين پاڻ،
پيهر جا پي جاڻ، آبر جي اوصاف کي.
شاهه

# هڪ استاد ۽ شاعر جي حُجت

اسان جو ڳوٺ حيدرآباد ڪان شيخ پِرڪيو، گُلاب لغاري، تندو غُلام علي روڊ تي آهي. اتان کان ٻين ڳوٺن ۽ راڄن سان گڏوگڏ اسان جو به اتان ٿي اچڻ وڃڻ ٿيندو آهي. اُن روڊ سان گهٽ ۾ گهٽ تي چار ڳوٺ اِهڙا ته خوشنصيب آهن، جيڪي نه صرف اُهي ڳوٺ روڊ تي آهن، پر اُنهن ڳوٺن جي ڪافي ماڻهن کي حيدرآباد شهر ۾ ننڍڙو وڏو روزگار به آهي. ۽ گهڻو ڪري ماڻهو به سيني ڳوٺن جا طبيعتن به ڏاڍا مِٺڙا ۽ پيارا ماڻهو آهن. سي کان وڏيڪ سٺين نوڪرين ۽ اعليٰ تعليم جي لحاظ کان شيرمُحمد پرڳڙي ۽ موري منگر کي شُمار ڪري سگهجي ٿو. پيرڻ، منگواٽا ۽ بهاول زنئور جا ماڻهو به خوشنصيب آهن، جن جا ڳوٺ روڊ تي ٿي آهن. پر انهن کي روزگار به آهي.

تعليم ته بخشو لغاري ۾ تمام گهڻي آهي. ۽ جهنڊي ڪوسي ۾ به تعليم آهي، پر اِهي ڳوٺ روڊ کان به ٽي به ٽي ڪِلوميٽر روڊ کان پري آهن. انهن ڳوٺن جي غريب مائٽن جي اولاد کي تعليم حاصُل ڪرڻ لاءِ تمام گهڻي تڪليف ڪرڻي پئي ٿي.

اُن روڊ تي مون غُربت جي لِحاظ کان پورهيو يعني ڪنڊيڪٽري به ڪئي آهي، ۽ پنهنجي به هِڪڙي ايري سيري بس هلندي هُئي. ڏاڍا قُرب ۽ مُحبتون هونديون هُيون. نوڪرين وارا روزگار جي خاطر روزانا ايندا ۽ ويندا هئا. ڪِل پوڳ، جي ڪري ڪوشش ڪري شيرمُحمد پُرڳڙي، بهاول زنئور ۽ موري منگر جا ماڻهوءَ نوڪري پيشا مُسافر مونسان گڏ سفر ڪندا هُئا. ڪِل پوڳ ۾ ڪي مُنهنجي سائيڊ ڪٽندا هُئا، ۽ ڪافي دوست مون سان پوڳ

ڪندا هُئا. موسمُون ڦرنديون گهِرنديون رهنديون هُيون، پوءِ به موسم جي لِحاظ کان تبديل ٿيندا رهندا هُئا.

خاص ڪري شير مُحمد پُرڳڙي جو رئيس مُحترم بهرام خان پاڻ آفيسر به هُئا ۽ زميندار به هُئا. اُهي پوڳن ۾ مُنهنجي سائيڪ ڪٽندا هُئا. ۽ وڏيرو بقادار عُرف (وڏيرو بقا جي) نالي سان مشهور هُئا. پاڻ ڳوٺ موري منگر جا چڱا مُڙس هُئا، ۽ ذات جا ٽيٻا هُئا، پاڻ ڳوٺ جا وڏا وڏيرا به هُئا. سنڌ يونيورسيٽي ۾ سروس به ڪندا هُئا. ڏاڍا مونسان ۽ رئيس بهرام خان پُرڳڙي سان پوڳ ڪندا هُئا. پر ڪڏهن به منهن نه گُهنجايئون ۽ ٻيا ڳوڻاٽا به نوڪري جي لِحاظ کان مون سان سفر ڪندا هُئا. خاص ڪري مُنهنجا ۽ وڏيري بقادار جا پوڳ پُڏڻ لاءِ دير سوير ڪي نه ڏسندا هُئا. موري منگرن ۾ وڏيرن ٽيٻن ڪانسواءِ ٻيا به پيلا پيلا ماڻهوءِ رهندا خاص ڪري منگرن جا سيد، زميندار ۽ لکيل پڙهيل، ۽ سائين صالح مُحمد شاه عرف ڏاڏا فتح خان جا عزيز هوندا هُئا. پر اجان به نالي واري شخصيت، تمام قداور شخصيت، پنهنجي مخصوص پيشي جي لحاظ کان ”صحافي هُئا“ سان ايمانداري سان نڀائيندڙ موري منگرن جي شهر جا سائين علي مُحمد شيخ صاحب نجن هُئا، زندگي جي آخري ڏينهن ۾ سينيٽر ٿيا ۽ پاڙي جي اِرد گرد جي ماڻهن کي روڊ رستا ٺهرائي ڏنائين وڏي ڳاله ته منگرن ۾ روڊ جي ويجهو هِڪ خوبصورت هاءِ اسڪول ٺهرايائين، سائين علي مُحمد شيخ صاحب جو ذڪر اِيندائي سائين احمد خان شيخ ۽ سائين لائق سنڌي جا نالا دل تي تري ايندا آهن. جيڪي ٻئي پيارا آهن. سنڌ ۾ چوٽي آهي”لالن جي جوڙي“ لالن مان مُراد پناڻ نه پر هيرا ، موتي لعل. پاڻ پيشي جي لحاظ کان اهي به استاد ۽ صحافي هئا. منگرن جو ذڪر ڪندي ڏاڏا هوشو کي ياد نه ڪجي ته نا انصافي ٿيندي، ڏاڏا هوشو تمام پيارو ماڻهو هو. ڏاڏي هوشو کي ڏِسڻ سان کِل به ايندي هُئي ۽ احترام به، منگرن جي شهر ۾ به تي گهر سونهڙن جا به آهن. اُنهن ۾ سائين صوفي نبيراج، پاڻ پيشي جي لِحاظ کان اُستاد، شاعر ۽ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي به سُگهڙ ۽ شاعر جي حيثيت ۾ پروگرام به ڪندا هُئا. سائين صالح مُحمد شاه جا سُٺا دوست ۽ ساٿي ۽ جوڙ جي ساٿ ۾ گڏ هوندا هُئا. اڄ به سندس پُٽ ڪِرشن ڊاڪٽر آهي، ۽ ٻيا پاٽيجا، پائيتيا سُٺي

تعليم سان گڏ پنهنجو واڌڪو ڪم به ڪندا اچن. سائين صوفي نييراج مونسان ڪافي ڦري هئو. چاڻ به هُئس مُطالعي جو به شوق رکندو هو. هڪ ڏينهن ذاتي ڪچهري ۾ ڪِل پوڳ ڪندي، مون کي چيائين ته، سائين اسين ته آهيون هندو ۽ توهان آهيو مُسلمان، اسين سائين صالح مُحمد شاهه ۽ تو مان قابو ٿي ويا آهيون، ۽ ڦاسي ويا آهيون، هاڻي هڪڙي ڳاله توهان کان پُڇون ٿا، مهرباني ڪري ناراض نه ٿجوا پر رهنمائي ڪجو. پنهنجو سمجهي ٿا توهان کان ٿا پُڇون، ٻئي ڪنهن کان پُڇڻ جي همت اسان ۾ ناهي، ڳاله هي آهي ته، توهان مُسلمان چوندا آهيو ته هر مسئلي جو حل قُرآن مَجيد ۾ آهي. ۽ وري توهان ۽ صالح مُحمد شاهه ٻئي جڻا دعوي ڪندا آهيو ته شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي جو رِسالو سنڌي ۾ قُرآن آهي. هاڻ اسان هندو ماڻهو قُرآن مجيد جي عربيءَ ته نٿا سمجهي سگهون. پر اسان کي توهان سنڌي واري معتبر ڪتاب "شاهه جو رسالو" مان ٻُڌايو ته هينئر اينڊرائيڪشن ۾ ووٽ ڪنهن کي ڏيون. چيومانس ته سچ ٿو پُڇين يا ٺٺولِ (طنز) ٿو ڪرين. چيائين ته نه نه راهڙا پوڳ ٿيندا آهن ڇا؟ سچ پچ آئون ايماندارانه پُڇان ٿو ته پوءِ مون چيومانس ته ادا توهان جيستائين هي چيو ته قُرآن مجيد ۾ هر مسئلي جو حل موجود آهي، ايستائين ته صحيح آهي. پر شاهه جورسالو سنڌي ۾ قُرآن نه پر مُعتبر ڪتاب سمجهيو ويندو آهي ۽ سنڌ اندر احترام سان پڙهيو ويندو آهي. توهان جو چوڻ آهي ته اسين عربي نه ٿا سمجهي سگهون، سنڌي ۾ سمجهايو ته اسان ڪوشش ڪنداسين توهان کي سنڌي ۾ سمجهائڻ جي. ادا شاهه صاحب توکي رسالي مان اُميدوار جو نالو ته ڪٿي ڪونه ٿو ٻُڌائي سگهي. باقي توکي، اُهجاڻ، نشانيون ۽ وصف ٻُڌائيندو. پوءِ اُهو توتي ڇڏيل آهي، ته تون هن کي ڪيترو ٿو قبول ڪرين. مون چيو شاهه صاحب جن سُر ليلان چنيسر ۾ چيو اٿن ته:

سيئي سُهاڳڻيون، سيني ڳچين هار
پسڻ خاطر پريئن جي، ڪهستيون ڪن سينگار
تون ڏول تنين جي دار، هيئانهون هلن جي،
شاهه

چيومانس تہ اليڪشن جي وقت هر اُميدوار کي ”سُماڳٽيون“ ڳچي ۾ هار هوندا آهن، ۽ ڪُرسي جي حاصلات ۾ وزارت کي حاصل ڪرڻ لاءِ تمام سچا ڪوڙا واعدا بہ ڏاڍا ڪندا آهن. ”پسڻ خاطر پرين جي سهسين ڪن سينگار ”ڪوڙا واعدا“ پر لطيف سائين جو چوڻ آهي تون تائيد اُن جي ڪر، جنهن کي غرور تڪبُر ۽ مَين پڻو نہ پر، نياز نوڙت ۽ مُحبت هُجي. اِن مان ئي ڪُجه وري سگهي ٿو. اُهوئي ڪُجه ڪري سگهي ٿو.

—

# شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي رحمتُ الله عليہ جي زندگي جا ڪُجھ اُهڃاڻ

شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي جي زندگي جا ڪُجھ اُهڃاڻ ۽ نِشانيون سادات ۽ اولادِ رسول هُجڻ جي ناتي ۽ ساڳئي نسلِ هجڻ جي مُناسبت سان ڪافي اُهڃاڻ ۽ نشانيون قُدرتي ۽ فِطري طور تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن سان وڃي مِلن ٿيون. پاڻ سڳورن حضرت مُحمد مُصطفيٰ صلي الله عليہ وصلعم جن جو جڏهن ظهور ٿيو هو تہ سڄي عرب مُلڪ جون حالتون تمام بدتر کان بہ بدتر ۽ بيحد خراب هيون. تهڙي طرح شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي پيدا ٿيڻ وقت بہ سنڌ مُلڪ جون حالتون ڏاڍيون خراب هيون. بلڪل بدتر هيون. نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن جي آمد مڪي جي هاشمي خاندان ۾ ٿي، ۽ شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي جن جي پيدائش بہ متياري سيدن جي ڪريم پوٽا خاندان مان ٿي، جنهن جي نُخ سنڌي ڊاڪٽر نبي بخش جي رسالي موجب اِمام موسيٰ ڪاظم عليہ جي خاندان سان ملي ٿي. نبي سڳورا صلي الله عليہ وصلعم پاڻ يتيم هئا. لطيف سائين بہ يتيم هو. حضرت مُحمد مُصطفيٰ صلي الله عليہ وصلعم بہ اُمي هُئا. ۽ شاهه عبدُاللطيف بہ اُمي هُئا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن تي قُرآن نازل ٿيو شاهه عبدُاللطيف ڀٽائي صاحب تي پُڻ شاهه جو رِسالو. قُرآن مجيد جو پهريون راوي (لِکندڙ) حضرت علي عليہ اسلام هو. ۽ شاهه جي رسالي جو پهريون لکندڙ تمر فقير هو. نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن جا چار اصحاب هُئا، لطيف سائين جا بہ چار سائي فقير هُئا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن هجرت ڪئي، لطيف سائين پُڻ هجرت ڪئي. پاڻ سڳورا

صلي الله عليہ وصلعم تي ڏينهن غار حِرا ۾ رهيا. لطيف سائين بہ ٽي ڏينهن وَارِيِ جي ڍِڳ (ڀِٽ) ۾ بيٺا هئا.

لڳي لڳي واءُ، واري ڍڪيس انگڙاءِ،
پئي ڪٽي پساهہ ڀِسڻ خاطر پرين جي.
شاهہ

نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم تي نازل ٿيل قُرآن جا ٽيهہ سيپارا، لطيف سائين جي رسالي جا ٽيهہ سُر. نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن جي قُرآن ۾ 14 چوڏهن پيرا سجدي جو حُڪم، لطيف جي عقيدي ۾ چوڏهن معصومن کي سلام و درود پيش ڪرڻ جو حُڪم. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآليہ وسلم حج ڪيا ۽ حج لاءِ حُڪم ڏنائين، لطيف سائين حج تي نہ ويو سگهيو پر لاهوت ڪيائين ۽ لاهوت لاءِ چيائين. نبي ڪريم صلي الله عليہ وآلہ وسلم سان خُم غدير تي گڏ حضرت علي عليہ اسلام کان پوءِ بيا سڀ حاجي هُئا. لطيف سائين سان لاهوت ۽ هينگلاج ۾ هميشہ فقير ۽ فُقراءِ هوندا هئا. نبي ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن تي قُرآن نازل ٿيو نزولِ قُرآن جو طريقيڪار هي پڙهڻ لاءِ مِليو آهي تہ، جتي پاڻ سگورا هوندا هُئا، اُتي قُرآن پُهنچندو هو. صدقو ٿيانءِ نبي ڪريم صلي الله عليہ وآليہ وسلم جي نانءِ تان. الله تبارڪ وتعاليٰ چاهي ها تہ، جِبرائيل کي چوي ها تہ هي قُرآن مجيد کڻي وڃي خانئہ ڪعبہ جي ڇت تي رکي اچ ۽ مُنهنجي پياري محبوب کي ٻُڌاءِ تہ الله تبارڪ وتعاليٰ جو حُڪم آهي تہ خانہ ڪعبيٰ جي ڇت تي قُرآن پيو آهي، اُهو کڻي توهان بہ پڙُهو ۽ بين ايمان وارن کي بہ پڙهڻ جي هدايت ڪريو. پر ڇا تہ شان آهي مُنهنجي سردار مُحمد مُصطيٰ جو جتي پاڻ اُتي قُرآن. پاڻ جنگ ۾ تہ اُتي قُرآن، پاڻ غار ۾ تہ اُتي قُرآن، جِتي رسول اتي قُرآن.

پر قُرآن جي نازل ٿيڻ جيٰ انداز تہ ڏِسو قُرآن مجيد جو نزول تعجب ۽ سِڪڻ ۽ سوچڻ تي مجبور ڪري ٿو ۽ هِمتائي ٿو. قُرآن مجيد ڪُجه مڪي جي زندگي ۾ ۽ ڪُجه مديني جي زندگي ۾ نازل ٿيو. جيڪي سورتون مڪي ۾ نازل ٿيون، ان سوره مَڪِي چَوَرِايو ۽ جيڪي مديني ۾ نازل ٿيون، اُنهن سورتن مَدَني چَوَرايو. سوره مَڪي جي آيتن جي شُروعات ياآيُهناس سان ٿي

آهي. ۽ جيڪا سوره مديني واري زندگي ۾ نازل ٿي آهي، اُن کي مدني سوره چوَرايو آهي. ۽ مَدني سورتن جي آيتن جي شِروعات يا ايُهل الذين آمنو معنيٰ اي ايمان وارئو سان ٿي آهي. مڪي واري زندگي ۾ قُرآن مجيد پوري انسان ذات سان مُخاطب آهي. معنيٰ اي اِنسانو پر هجرت کان پوءِ جون آيتون اي ايمان وارو نزولِ قُرآن ثابت ڪيو آهي. اُن جون سورتون ثابت ٿيون ڪن، الله خود پنهنجي تجربي مان ثابت ڪيو تہ ماڻهو تہ سڀ ماڻهو آهن،اِنسان تہ سڀ اِنسان پر هِڪجهڙا نہ آهن. مَڪي جي ماڻهن ۽ انسانن ۾ فرق آهي، مڪي جي مُسلمانن مُنهنجي محبوب ڪريم صلي الله عليہ وصلعم جن کي ايترو تہ تنگ ڪيو جو هِجرت ڪرڻي پئجي ويئي. الله تبارُڪ وتعاليٰ کي پنهنجي قُرآن مجيد ۾يا ايُمناس جي بجاءِ ياآيُهَل الذين آمنو معنيٰ اي ايمانؔ وارئو چَوڻو پئجي ويو. معنيٰ سمورن انسانن جي بجاءِ ، انسانن سانَ نہ ۽، مُسلمانن سان پر ايمان وارن سان ۽ صرف ايمان وارن سان ڳالهايو آهي. قُرآن مجيد ڳالهايو آهي، ايمان وارن سان ۽ شاهہ صاحب ڳالهايو آهي، ڪنهن سان:

آڃو سُورَن وَارِيُون، ڪرِيُون سُورَ پَچَارِ
ڪِنين ٿورا، ڪِنين گهَٽا، پر ناهي سُورن ڏارِ
ڏِنَمر جي ڏاتارِ سي مون جَهولِي پائي جهَليا.
شاهہ

ياد رهي تہ ايمان وارن سان ڳالهائڻ واري جي چمار بہ 63 ٽيهٺ سال هُئي، ۽ سورن وارن سان ڳالهائڻ واري جي چمارَ بہ 63 ہ ٽيهٺ ورهيہ سال هُئي. اُهو قُرآن مجيد جيڪو چوي ٿو تہ:

فذقَروني آذڪَرڪُم
قُرآن

اُتي شاهہ جورِسالو بہ ساڳي ساڳي ڳاله ڪندي چوي ٿو تہ:

يادجَنين کي يارَ سي ياد هميشہ يار کي.
شاهہ

قُرآن مجيد ۾ ڪيترين ئي جاين تي اچي ٿو

اصحاب النار و اصحاب الجنہ
قُرآن

اصحاب ڪي جنتي آهن، ڪي دوزخي آهن. شاهه جي رِسالي ۾ سُر رام ڪلي ۾ اچي ٿو ۽ گنج ۾ رام ڪلي جو پهريون ئي بيت آهي:

جوڳيئڙا جهان ۾، نوري ۽ ناري
شاهه

جوڳي بہ هِڪڙا ناري (دوزخي) آهن، ۽ هِڪڙا نوري معنيٰ بهشتي آهن.

ٻري ڄڻ ٻاري، آئون نہ جيئَندِي اُن ري.
شاهه لطيف

قُرآن مجيد ۾ اڪثر ڪري قِصا آهن، آدم جو قِصو مُوسيٰ ۽ هارون جو قِصو اِبراهيم جو قِصو حضرت عيسيٰ، نُوح، يُونَس، ۽ ٻين جا قِصا آهن. ايئن هِڪڙو قِصو حضرت يوسف ۽ بيبي زُليخان جو قِصو آهي. قُرآن مجيد جي شايد 12 ٻارنهين ۽ 13 تيرهين سيپاري ۾ موجود آهي. حضرت يعقوب جي اولاد مان 12 ٻارنهن پُٽ، ڏهه پُٽ هِڪ ماءُ مان يعني هڪ گهر واري مان، ٻہ ٻي ماءُ مان، يعني ٻہ ٻي گهر واري مان، يوسف ۽ ٻي جو نالو شايد بن يامين آهي. هي ٻئي سڳا ڀائُر هڪ ماءُ پيءُ جي اولاد ۽ ٻيا ڏهه ٻہ پاڻ ۾ سڳا ڀائُر، اُهي بہ (ٻي ماءُ مان) ماءُ پيءُ مان، پر اُنهن ڀائُرن مان شايد ڪيترن مُسلمانن کي هڪ جو بہ نالو نہ ايندو هوندو. حضرت يوسف ۽ بن يامين ٻئي ڀائر آهن، 10 ڀائر، يعني ٻيا ڏهه پُٽ يعقوب جو اولاد آهي. پر نبُوت حضرت يوسف کي مِلي هُئي. ۽ هر مُسلمان ۽ ايمان واري کي خبر هوندي تہ يوسف بہ نبي ۽ حضرت يعقوب بہ نبي. حضرت يعقوب جا ڏهي پُٽ، حضرت يوسف کان جَلندا ۽ ساڙ کائيندا هُئا. ڇو تہ حضرت يعقوب اُنهن سمورن جي پيٽ ۾ ۽ اُنهن جي موجودگي ۾ حضرت يوسف سان بيحد لاتعداد ۽ حد کان گهڻو پيار ڪندو هو. ( آئون هِتي يوسف جو سڄو قِصو لِکي توهانکي تنگ نٿو ڪرڻ چاهيان، صرف ڪُجه سٽون)

پوءِ اُنهن رِتا بندي ڪئي، هن کي جهنگ ۾ وٺي ويا، هُن کي اُتي ڇڏي ڦِتو ڪري، هُن جي پهراڻ کي رت جا داغ ڏيکاري، هڪڙي نبي سان اِها حالت ڪري ٻي نبي سان جيڪو رِشتي ۾ پيءُ به آهي، (هِڪ نبي پيءُ، هِڪ نبي پاءُ) اُن سان ڪوڙ ڳالهائي پيءُ پاءُ ٻنهي نبين کي تڪليف پهچائي، ڇا هي به پاڻُر هُئا. اِهڙين حالتن ڪرڻ کان پوءِ مُسلمان پاڻرن ۽ سڳن پاڻرن ۽ ٻُنهون جي پاڻرن سان آخر ڪهڙو سُلوڪ ڪجي. شروع کان وٺي پاڻرن جي نالي ۾ جيڪو ايمان وارن لوڙيو آهي. لوڙين پيا ۽ الائجي ڪيترو لوڙيندا. خبر نه آهي. ته ڪيترن ماڻهن انهيءَ پياري رِشتي کي ڪيش ڪرايو آهي. ڇو ته ڇو ته حضرت يعقوب جيڪو نبي هو جنهن غيبي علم جي ذريعي يا وحي جي نِسبت خبر مِلي هوندي، ته تُنهنجو پُٽ يوسف، جيڪو نبي به آهي، ۽ زنده آهي، ۽ مِلي ويندو پر پوءِ به يعقوب نبيءَ پُٽ يوسف نبي سان مِلڻ جي لاءِ پُٽ جي وِڇوڙي ۾ روئي روئي اکيون وِڃائي ڇڏيون هيون. جيڪي فتوائون ٿا صادُر ڪن ته زنده لاءِ يا مَري ويل روئڻ جائز نه آهي. اُهي حضرت يعقوب نبي جي روئڻ تي به ڳجه چون، قُرآن ۾ آهي، روئي روئي پنهنجو نور وِڃائي ڇڏيائين، حضرت يوسف ايترو ته خوبصورت هو جو چون ٿا ته هِڪ ڏينهن پنهنجو مُنهن (تصوير) آئيني ۾ ڏٺائين، ته پنهنجو حُسن ڏِسي ايترو ته غُرور ٿيس، ۽ چوڻ لڳو جيڪڏهن ڪاش آئون غُلام هُجان ها ۽ بازار ۾ وِڪامڻ لاءِ اچان ها (ياد رهي ته اُن زماني ۾ غُلام وِڪامندا هُئا) خريد ڪرڻ وارو ڪيتري رقم ايترا پئسا ڏيئي مونکي خريد ڪري ها. ڪِنهن وٽ ايترو ناڻو هوندو جو مُنهنجو خريدار ٿيندو ۽ مونکي خريد ڪندو. پر پوءِ غُرور جو ڇا ٿيو. مِصر جي شهر ۾ تمام گهٽ ۽ ٿورن ريالن يا دينارن تي وِڪرو ٿيو. اُن جو ڇا ڇئجي. قُدرت کي شل ڪو رحم اچي. ۽ اهو يوسف نه صرف وِڪرو ٿيو. پر جيلن اندر ويو وري جڏهن الله راضي ٿيو. نه صرف پاءُ سان مليو پر پنهنجي پيءُ کي پاڻ وٽ گهُرايائين ڪيس بادشاهيون حاصل ٿيون. اُن حضرت يوسف جي حُسن تي بيبي زُليخان عاشق ۽ مِهربان تي پيئي هُئي. جڏهن سندس ساهيڙين، سرتين ۽ هڪ جيڏين کي خبر پئي ته اُهي زُليخان کي چيڙائڻ لڳس. چوڻ لڳس ته ڪهڙي خاندان جي اولاد آهين. هُن ۾ تو ڇا ڏٺو آهي. زُليخان اُنهن

ڪي چيو تہ اج يوسف مون وٽ ايندو توهان ڪي مُلاقات ڪرائيندس، توهان ڏِسي پوءِ پنهنجو فيصلو ڏجو. ساهيڙيون، سرتيون، هِڪ ڄڻيڏيون ڪلاڪ ڪن اڳ ۾ زُليخان وٽ گهر پُهچي ويون. ۽ زُليخان ساهيڙين کي صوف ۽ ڇُري (ڪاتي) اُنهن ساهيڙين کي ڏيئي انهن کي سختي سان پابند ڪيائين تہ جنهن مهل حضرت يوسف گهر اچي تہ اُن مهل توهان سيئي، اِهو پنهنجي پنهنجي صوف کي وڏي پليٽ ۾ رکجو. پوءِ جنهن مهل توهان کي چوان تہ صوف ڪاٽو تہ اُن مهل ڪاٽجو. جنهن وقت حضرت يوسف آيو تہ سرتيون ۽ ساهيڙيون پنهنجو پنهنجو صوف وڍڻ جي بجاءِ پنهنجا پنهنجا هٿ وڍي ويهي رهيون. اِهو تہ هو قُرآن جو قِصو پر اَچو تہ شاهہ جي سورمين مان هڪ زُليخان کي ڏسون تہ سرتين کي ڇا ٿي چوي:

صورت ساهڙ ڄام جي، جيڏيون پسيو جي،
تہ سُک سمهو ڪين ڪي، هوند ڪانڌن پاسي ڪي.
مونهائي اڳي هوند، ڳِهڙو سڀ ڳهَڙا ڪٽي
شاهہ لطيف

ڏٺيان جي هيڪار صِورت ساهڙ ڄام جي،
سُک تي سُتيون ڪين ڪي، پري ساڻ پتار
گهِڙيون ڳهَڙنتا ڏار ڪاهي پيون ڪُن ۾
شاهہ لطيف

ساهڙ مون جيئن سرتيون، جي ڏِسو سيئي،
تہ سُک تي سُمهو ڪين ڪي، وَرَ پاسو ڏيئي
مونهان اڳئي، هوند ڳِهڙو سڀ ڳهَڙا ڪٽي.
شاهہ لطيف

جيڪي ڏٺو مان، سو جي ڏٺو جيڏيئين،
تہ گهر وَرَن ٿي سانِ، هوند گهٽن ٿي گهوري ڇڏيا.
شاهہ لطيف

قُرآن مجيد ۾ اسان مُسلمانن لاءِ تہ ڇا پر، هر انسان ذات لاءِ رهنمائي آهي. اصُل ۾ پڙهڻ ۽ پروڙڻ ٿي آهي. جيڪو انسان کي ڪاميابي ڏانهن وٺي وڃي ٿو. قُرآن مجيد ۽ اسلام دين عورت کي تمام مانَ ۽ مَرتبو بَخشيو آهي. عزت بَشي آهي. اُن کي عزت سان زندگي گذارڻ جا طور طريقا سيکاريا آهن، عورت جا حق محفوظ ڪيا اٿس. ايستائين جو سوره النساء نِج عورتن لاءِ وقف ڪيل، پر ساڳي جڳه تي جيڪڏهن ڪا عورت پنهنجن اُصولن تحت نہ هَلي آهي، تہ اُن لاءِ عورت کي طلاق تائين بہ سزا تجويز ڪئي آهي.

شاهہ عبدُاللطيف ڀٽائي بہ پنهنجي رِسالي ۾ ڪيترا ئي سُر عورت کي سچي جا سچا اَرپيا آهن. اُنهن جا مرڪزي ڪِردار بہ عورتون آهن. شاهہ جون ڪيتريون ئي سورميون تجويز ڪيل آهن. آئون تہ چوندو آهيان. شاهہ جو رسالو گهٽي کان گهٽُو نہ صرف عورتن کي پڙهڻ گهُرجي ۽ عورتن کي اُن مان سِکڻ گهُرجي. ڇو تہ شاهہ صاحب جيڪي بہ پنهنجيون سورميون ڪونيون آهن، يا جن کي پنهنجيون سورميون سمجهي ٿو. آخر اُنهن ۾اِها ڪِهڙي خوبي آهي، جنهن خوبي جي ڪري هو سورميون سڏجن ٿيون.

قُرآن مجيد ۾ هڪ، ٻن نبين جي حوالي سان ذڪر اچي ٿو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ پنهنجي نُوح نبي کي حُڪم ٿو ڪري تہ تُنهنجي گهر واري نافرمان آهي. ۽ تون بني آهين، جيڪڏهن تُنهنجي بہ فرمانبرداري نٿي ڪري تہ، تُون اُن نافرمان عورت کي جيڪا تُنهنجي گهرواري بہ آهي، پر تون اُن کي پنهنجي گهران ڪڍي ڇڏ .

تِهڙي طرح شاهہ صاحب جي رسالي ۾ هڪ عورت جيڪا ڏُهاڳڻ بہ آهي، هن کي پنهنجي ولهي پنهنجي ڀتار هن کان سُهاڳ هجڻ جو حق کسي ورتو آهي. پر پوءِ بہ اُها عورت لطيف سائين جي سورمين ۾ شامل آهي. نہ تہ ڏُهاڳ عورت لاءِ تمام وڏي سزا هوندي آهي. ڏُهاڳڻ عورت مُعاشري ۾ تمام گدلي ۽ ڪوجهي سمجهي ۽ محسوس ڪئي ويندي آهي. پر آخر اِها ڪِهڙي ڳاله هُئي. يا ڪِهڙي خوبي هُئي، جنهن هن کي ڏُهاڳ جي هوندي، بہ سورمي جي درجي تي پُهچايو. ۽ ڇو تہ هُن جي وَرَن هُن جي ڀتار هن کان سُهاڳ پنهنجي ڪِنهن بہ آنا جي ڪري ڪو نہ کسيو هو. اصل ۾ ليلا وڏ گهَراڻي بہ هُئي. پر سندس لَڇڻن جي اڳراين جي ڪري ڏُهاڳڻ  ٿي. شاهہ

صاحب پنهنجي سڄي سُر جي داستان جا بيت هُن لاءِ وقف ڪيا آهن. شاهه صاحب ڀِرين هن جي غلطين جي نِشاندهي هن انداز سان ڪئي آهي. ۽ اُن ڪان پوءِ هن کي سمجهايو آهيس، ته هينئن ڪر ته معافي ملئي، ۽ انهين ڪرڻ سان سورمي جي مرتبي تي پُهتي. ڪُجه چند بيت، سڄي معاملي کي ظاهر ڪندڙ ليلان کي مان بخشيندڙ آهن.

وَڏيري هُياس، هوهيڙو گهر سَرَتيئين،
هَٿَ ڇهڻ هار جي، ڳڙي ڪانڌ ڏِياس،
ڍولي ڍيلياس، آيم ڏِنءِ ڏُهاڳ جو.
شاهه لطيف

ليلا لِکڻ پا نهنجا، سارج سيئي،
ور سين وڙهئيو اتيئن، ڏوراپا ڏيئي،
ڪه جاڻا ڪيهي، هئي چنيسر جي چت ۾
شاهه لطيف

چنيسر سين چاڳ، متان ڪا مُنڌ ڪري،
جانءِ مون پوءِ پروڙيو ته هي نه ماڻين ماڳ،
ڏمرئو ڏُهاڳ، سِگهو ڏئي سُهاڳڻين.
شاهه لطيف

آيم منجه ڏُهاڳ، سندا جوين ڏينهڙا،
مٺيي سندي مامري، لکين ڀڳا لاڳ،
آءِ سِڪان کي سُهاڳ، تان پرين پُهاڳ ٿي نه ڪري
شاهه لطيف

هُيس ڳمٽي هوشيار پل ڪل نه پيم ڪانڌ جي،
مون ڀانيو موچاري ٿيان، هِينئين وِجهي هار
ڪانڌ ڪوڙي جو نه وٺيو سَنئين سِينگار
وَهم لهي وِينجهار تو دِليون پسي داسڙو.
شاهه لطيف

ساھيڙيون ۽ سرتيون، ڪِلن سڀ متا مَر
جيڪس ڪم سندامِ جوٺا ڏٺا جيڏيئين.
شاھ لطيف

چنيسر جي چِت ۾، ڪين جو اڳ ھو
تِھان سندو پوءِ، تيو مٽيئي سندو مامرو.
شاھ لطيف

ٽِڏڪِي پسي ٿُوڪ، ٽِرڪي ٽَڪبُر پئي،
آچو آچو اگلي، چئي ليلا کي لوڪ،
اندر اوپالن سين، ساڙي ڪُيانوِس سوڪ،
ٻالا پڻ جو ٻوڪ، وِٺو ويچاري وِسري.
شاھ لطيف

اُھو عمل جنھن ليلا کيِ سورمي ٻنجڻ جو موقعو بخشيو:

جي ليلائي نہ لَھين تہ پڻ ليلائيج،
آسرو مَ لاھيج، سجڻ سٻاجھا گھڻو.
شاھ لطيف

ھِتي ھُتي تون، آھين سونھون ساٿ جو،
اي گُناھ نہ بخشين مون، جيئن تون ڏٺي آھيم ڏاسڙا.
شاھ لطيف

آوَڳُڻ ڪري اپار، تو در آيس ڏاسڙا،
جي تو رسڻ سنديون روح ۾، تہ مون پٽي ناھ پٿار،
سائين لڳ ستار مِيٺ مدايون منھنجيون.
شاھ لطيف

تان ڪا وائي وار دلاسي جي ڏاسڙا،
تون مُنهنجو وَلهو آئون تو ۾ طمعدار
ڏڪي ڏيل ڳُڏار لڄ مُنهنجي لوڪ ۾
شاهه لطيف

ڏيريون ڏُهاڳڻيون، ميرا مُنهن سندان،
ويهي ور سيڻان، ڪانڌ تہ اوريو ڪڍهن.
شاهه لطيف

ڏوليا ڏيل مَ مون، ڪانڌ ڪميڻي آهيان،
سِڪ تُنهنجي سپرين، پيري وَڏيس پونءِ
مون وَرَ تون هين تون، تو وَرَ وهن ڪيتريون.
شاهه لطيف

ليلان پنهنجين غلطين جو اعتراف ڪندي، تڪبُر، غُرور مان نڪري توبه، تائب ٿي تہ بخشي ويئي.

نهجل بلاغہ ۾ پڙهيم تہ هڪ ڏينهن ٻہ چار ماڻهو ڪتان ڪمي آيا. حضرت علي عليہ اسلام سان مِلڻ لاءِ، مديني ۾ اچي پُڇا ڪيائون، تہ حضرت علي سان مِلڻ لاءِ ڪتان وَيجي. ماڻهن ٻڌاين تہ توهان هاشمي مُحلي هليا وڃو اُتي توهان کي هر ماڻهوءِ ٻڌائيندو. آخر ڪار هو پُڇا ڪري اُتي اچي پُهتا. قمبر ٻاهرونءِ ويٺو هو. تنهن آيلن کان حال احوال ورتا. پُڇڻ تي اُنهن ٻڌايو تہ اسان شيعان علي آهيون. ۽ اسان کي حضرت علي عليہ السلام سان مِلڻو آهي. قمبر ٻڌاين تہ مولاعلي عليہ اسلام گهر موجود ڪونہ آهن. ڪيڏانهن ڪنهن ڪم سان نِڪتل آهن. اچڻ وارا آهن. ٿوري دير ۾ اچي ويندا. تيستائين حضرت علي عليہ السلام ڪرم الله وجههُ آيا. سڌا گهر ڏانهن وڃڻ لڳا. گهر جو دروازو اندر لنگهي ويا. گهر ۾ گهڙي ورو واپس دروازي تي اچي، قمبر کي دروازي تي اچڻ لاءِ سڏ ڪيائين. قمبر ٻاهرون دروازي تي پُهچي، جي حُضور چيو مولا مُشڪل ڪُشا ڪرم الله وجههُ قمبر کان پڇيو ڪير ماڻهو ويٺا آهن. قِبلا سائين، ذات، نالا، تہ ڪونہ ٻڌايا آٿن، باقي ايترو چيو آٿن تہ شيعان علي آهيون. اِهو ٻڌي حضرت علي ڪرم الله

وجهہ جن فرمائڻ لڳا تہ مُنهنجا شيعا ڇِاهڙا. قمبر چُپ رهيو. ڪُجه ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏينهن حضرت علي عليہ السلام ۽ قمبر ٻئي ہ ويٺا هُجن. قمبر موقعي جي مُناسب سمجهي. حضرت علي عليہ السلام کان اُن ڏينهن جي آيل شيعان علي وارن مُتعلق پُڇڻ جي ڪوشش ڪندي، چوڻ لڳو يا علي مُشڪل ڪُشا گُستاخي معاف ٿئي. اُن ڏينهن جيڪي توهان جو شيعو سڏرائي توهان سان مِلڻ لاءِ آيا. جن مُتعلق توهان مونکان پُڇيو هو تہ قمبر ڪير ويٺا آهن. ۽ توهان جي پُڇڻ تي مون عرض ڪيو هو تہ مولا چون ٿا تہ اسان شيعانِ علي آهيون. تڏهن توهان اُن مهل اِهو چئي ڏنو تہ "مُنهنجا شيعا ڇِاهڙا". تہ مولا علي سائين توهان کي تہ پنهنجا علم آهن، جنهن جي آڌار تي توهان تہ بروقت اندازو لڳائي ورتو. پر قبلا سائين اسان کي ڪيئن خبر پوي تہ هي توهان جا شيعا آهن. تہ حضرت علي عليہ السلام جن فرمائڻ لڳا تہ قمبر مُنهنجي شيعن جون ڪُجه نشانيون ۽ وصفون ٿينديون آهن. جن جي ڏسڻ سان خبر پئجي ويندي آهي. تہ هي علي وارو آهي، اسان جو شيعان علي. هڪ تہ گهٽو ڪري جسماني طور تي ڪمزور هوندو. هو غرض کان لاغرض هوندو هن جو غرض کان پيٽ نِڪتل ۽ وڏو نہ هوندو هن جون اکيون جرهاري چڪيون هونديون. هي مُنهنجي پوئلڳ جون خاص نشانيون آهن. حضرت علي عليہ اسلام پنهنجين پوئلڳن جون نشانيون ٻڌايون نهجہ البلاغہ ۾ پر شاهہ عبدُاللطيف ڀٽائي پنهنجي رسالي ۾ هن طرح بيان ڪيون آهن.

عاشق ايئن نہ مون، جيئن سڄڻ سڄي آڳرين،
پايو مُنهن مونن ۾، پيا راتيو ڏينهن رُوَن،
ڪنهن کي ڪين چون تہ عاشق آهيون اوهان جا.
شاهہ لطيف

آجان ٿُنهنجي منهن مان، ڪک چُهي رت نڪري،
ڪيئن جهليندين منهن ۾، سندا مَحبوبن گهاءِ،
تون پُڻ ڪُجاڙا، سِڪڻ جون سڏون ڪرين.
شاهہ لطيف

مون جهڙي اڻ پڙهيل، يا ٿورو پڙهيل، (ليکڪ) لکندڙ کان (ڪُجھ گھڻو پڙهيل ۽ گھڻو لکندڙ جيڪي پنهنجين لکڻين ۾ ٻين ٻولين جا خوبصورت لفظ لکي مڃتا حاصُل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن) اُنهن کي منهنجي سادي لکڻي، سادي ٻولي، ۽ جيڪا پُراڻن واقعن ۽ پُراڻن قِصن تي مُشتمِل هوندي آهي. اُنهي لِکڻي کان انهن کي اِها شِڪايت هوندي آهي، تہ جٽن، اڻ پڙهيل لَڏي مان لوھ تي ويا آهيون. هو جيڪو لِکن ٿا، اُهو مفروضن تي مُشمِل هوندو آهي، اُنهي لِکڻي ۾ ڪابہ حقيقت نہ هوندي آهي، هو ڪا مثالي ۽ تاريخي نہ هوندي آهي. مِڙئي لِکڻ جي شوق، ڀَنا ڪارا ڪرڻ ۽ شُهرت جي بُک هوندي آهي. آڃا تائين رِوايتي پڻي، ۽ مذهب ۽ مُعجزن مان جان نٿي ڇُٽي. ظاهر آهي تہ شِڪايت ۽ تنقيد ڪرڻ جو هر پڙهندڙ جو حق آهي، مُنهنجي جيتري ڄاڻ هوندي جيترو علم هوندو ۽ مُنهنجو اُٿڻ ويهڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ يا سِکڻ سيکارڻ بہ انهن مون جيتري ڄاڻ رکندڙ طبقي يا ڪلاس سان هوندي، تہ آئون بہ پنهنجين لِکڻين ۾ اُن طبقي جا چيل لفظ ۽ ٻُڌايل قِصا لِکندس، ۽ اُهي ئي دُهرائي سگهندس، ظاهر آهي تہ مونسان خيالن جي ڏي وَٺ ٿورو پڙهيل، يا اڻ پڙهيل ڪندو. گهڻو پڙهيل مونسان يا ان اڻ پڙهيل ڪلاس سان ويهي ڪچهري ڪرڻ يا خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ کي پنهنجي توهين ۽ وقت جو ذيان سمجهندو آهي. سچ پُڇو تہ جيڪو اڻ پڙهيل يا ٿورو پڙهيل جو تعداد، جنهن کي توهان جا پڙهيل لکيل. خُدا جي مخلوق يا خلق جي لقبن سان ياد ڪندا آهن، ۽ اُنهن کان نفرت ڪندا آهن. تہ اُنهن کي آئون چوندس، ٿورو ٽائيم ڪڍِي اُنهن سان بہ قُرب وَنڊِي تہ ڏِسو تہ، اُنهن جي اندر ۾ جهاتي پائي ڏسو تہ ڪيتري سچائي آهي، ڪيترو درد آهي، ڪيتري پيڙا آهي. پوءِ بہ هو پاڻ کي خوش رکڻ جي يا وڏ گڙدو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. ۽ اِها جيڪي سچائي، اهو درد ۽ اِها پيڙا جنهن جو هو جذهن اِظهار ڪندا آهن تہ اُهي ايترو تہ مُتاثر ڪندا آهن، جو دل چوندي آهي تہ اُنهن جو ڪيل ڳالهيون، ٻُڌايل قِصا، دردر وجي سنڌي ماڻهن کي ٻُڌائجن تہ ڪِهڙي غريبي حالت ۾ اُنهن جي سوچ ڇا هُئي. اُنهن جي طِرزِ زندگي ڇا هُئي، اِهڙين حالتن ۾ بہ پاڻ کي عظيم اِنسان ثابت

ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. ڪيئن نہ هو هڪ ٻئي سان قُرب ونڊيندا هئا. ڪيئن نہ هڪ ٻئي جي پرگهُور لهندا هئا. ڪيئن نہ هڪ ٻئي جي ڏُکئي وقت ۾ مدد ڪندا هُئا. اِنسان دوستي، امن امان، رواداري، وڏي جي عزت ڪرڻ اُنهن جا مُکيہ اُصول هُئا. نئين نسل جي تربيت قِصن، ڪهاڻين، واقعن، ۽ حالتن ڪي مُحبت، شرافت، آحترام تي هوندي هُئي. خون خرابو تہ ڇا، پر ڪِنهن جي چوري جو ٻيڙ بہ ڪو ورلي مِثال نہ مِلندو هو. دل چوي ٿي تہ سڄي سنڌ جي ڳوٺن ۾ ٻهراڙين ۾ وچان ۾ اُنهن گُم نام ماڻهن سان، جيڪي اڪيلي سِر بہ لطيف سائين جي فڪر ۽ ان جي پروگرام جي پر چار ۾ ان ڪي ساھ سان سانڍي گهُمن ٿا. ۽ اُن جي ڏسيل واٽ ۾ گس تي پاڻ بہ هلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ٻي ڪي بہ شاھ صاحب جي ڏسيل واٽ تي هلڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ريت ۾ ڪُريت جو فلسفو سمجھائين ٿا. انساني دوستي ۽ عشق مُحبت جي واٽ ڏَسن ٿا. هڪ دفعو آئون وري بہ ان گم نام شخص، جنهن جو ذڪر آئون هر وقت ڪندو رهندو آهيان. اُهو مُنهنجو اُستاد سائين مُحمد صديق ڪٽي (سومرو) صاحب، جيڪو پيشي لِحاظ کان اُستاد (ماستر) هو. سنڌي فائنل جي تياري ڪرائڻ جا چاليہ ۽ پنجاھ واري ڏهاڪي جا ٻہ مشهور اُستاد، هڪ سائين حبيب الله سومرو صاحب، ۽ ٻيو سائين مُحمد صديق سومرو صاحب. پاڻ ڪٽي سڏرائيندا هئا. جيڪي حيدرآباد تعلقي جا مشهور اُستاد هئا. 1954ع جي فائنل امتحان جي تياري لاءِ 15 شاگردن جي تربيت ڪري رهيا هئا. پاڻ صُبح ۽ شام جو پڙهائڻ ۽ سيکارڻ کان سِواءِ رات جو 8 وڳي کان رات جو 11 يارهين وڳي تائين بہ سيکاريندا رهندا. ڪڏهن ڪڏهن ساهي کڻڻ، يا وندرائڻ لاءِ اڌ مُنو ڪلاڪ ڇانہ جي نالي ۾ ساهي پٽيندا هئا. ۽ اُن ساهي وقت ڪنهن نہ ڪنهن واقعي، يا قصي جي پرچار ڪندا هُئا، تہ جيئن شاگرن ڪي روحا نيت يا مُحبت لاءِ بہ ذهن ۾ جاڻ هُجي. هنن ڪافي واقعا يا مقصد، ٻڌايا ۽ سيکاريا، جيڪي وحدانيت، روحانيت، ۽ مُحبت تي مُشتمِل آهن. مونکي اَڄ بہ جيڪي 1954ع جا ٻُڌايل قِصا آهن. مونکي اڪر بہ اڪر ياد آهن. آئون اُنهن مان صرف ٻن قِصن جي ٻُڌائڻ يا لِکڻ جي ڪوشش ڪندس. تي سگهي ٿو

تہ توهان اُنهن کي مفروضا قرار ڏيو. مُنهنجي دل چوي ٿي تہ آئون پاڻ کي اُستاد جا پُڌايل واقعا بجاءِ قبر ۾ ڪٽي وجڻ جي توهان سان شيئر ڪندو وڃان، پوءِ اِهو توهان تي ڇڏيل آهي، تہ توهان اُنهن قِصن ۽ واقعن کي ڪهڙي خاني ۾ ٿا فِٽ ڪريو.

قِصن جي سيريز هُئي. جنهن کي استاد ۽ شاگردن گڏجي اَن سيريز کي ”عشق سلامت“ جو نالو ڏنو هو.

# عشق سلامت

## سنڌ جي ٻڪرار جي الله سان دوستي جي حُجت

استاد پيندي شريف جا هُجڻ جي باوجود بہ مذهبي هُجڻ جي بجاءِ صوفي خيال رکندڙ هئا. اُستاد سائين ٻڌايو تہ هڪ ٻڪرار هو. جنهن جون پنهنجون پنجاهہ کان سئو کن ٻڪريون هُيون. پاڻ اُنهن ٻڪرين کي جهنگ ۾ وٺي وڃي چاريندو هو. ٻڪريون جڏهن چري ڪائي پي، ڪنهن وڻ جي هيٺيان ڇانوَ ۾ وهنديون هُيون، تہ پاڻ ٻڪرار ٻڪرين جي وِهڻ جي جاءِ کان ٿورو مٿانهين تي، ڪنهن دڙي تي ويهي، آسمان ڏانهن نهاري، ٻئي هٿ مٿي آسمان ڏانهن کڻي، الله تبارڪ وتعاليٰ سان مُخاطب ٿي وڏي آواز ۾ زور سان چوندو هو تہ يا الله سائين، مُنهنجي توسان ياري آهي. اِهو روزانہ جو معمول ٻڪرار جي فرضن ۾ شامل هو. روزانا الله تبارڪ وتعاليٰ سان مُخاطب ٿي چوندو رهندو هو تہ الله سائين مُنهنجي توسان ياري آهي. هفتي، ڏهن ڏينهن کان پوءِ الله تبارڪ وتعاليٰ عزرائيل کي گهُرائي چيو تہ اِهو ٻڪرار روزانو ياري جي پيو حُجت ڪري. اَڄ وڃ ٻڪرين جي ڌڻ مان سُٺي مان سُٺي ٻڪري جو ساهہ قبض ڪري اچينس. عزرائيل ٻڪرين وٽ پهتو ٻڪري ڦٿڪي ڦٿڪي ساهہ ڏنو. پر ٻڪرار معمول مُطابق ياري جي دعويٰ رکندو آيو. ٻڪري هڪڙي روزانا مرندي رهي، آخرڪار پنجاهہ يا سئو کن ٻڪريون ٻن ٽن مهينن ۾ مري کپي ويون. پر ٻڪرار جي ياري واري دعويٰ جو سلسلو جاري رهيو. ٻڪرين جي مري کپي وڃڻ کانپوءِ بہ ان مخصوص ۾ مُقرر جاءِ تي اچي ويهي ها ۽ ايئن چوندو رهي ها تہ، مُنهنجي توسان ياري آهي.

آخرڪار ٻڪرار کي خارش ٿي پئي. اُن ڪانپوءِ ملو ۽ ملي مان ڦٽ ڦروڙي تي پيا. پوءِ بہ علاج جي بجاءِ اُن طئي ٿيل جڳھ تي اچي ها، پنھنجي مقصد جو عزم ورجائي ها. آخرڪار ٻڪرار جا زخم وڌي ويا، ايستائين جو ڦٽن تي مکي جو حملو ٿيو ۽ ڦٽن ۾ ڪيڙا پئجي ويا. ٻڪرار کي ڪيڙا بہ ايتري قدر پئجي ويا جو ٻڪرار ڪٿي ويهي ها تہ ڪيڙا ڦٽن مان نڪري ڪري پون پيا. ۽ ٻڪرار انُھن ڪيڙن کان سوال ڪري پُڇي پيو تہ خُدا جي حُڪم تي ٻاهر نِڪتا آهيو يا پاڻ نڪري ڪري پيا آهيو! ڪينئان تہ جواب ڏيڻ کان قاصر هئا. ٻڪرار وري اُنھن ڪينئن کي کڻي ڦٽن ۾ رِوجهي ها. ۽ الله سان دوستي جو عزم ورجائي ها. آخرڪار ٻڪرار جي حالت خراب ٿي ويئي. ٻڪرار ڌپ (بدبوءِ) ڪري ويو.

مجبورن شهر جا ماڻهوءِ وفد ڪري شهر جي راجا وٽ ويا. شهر جي راجا شهرين کان احوال ورتو. شهرين ٻڪرارجي زبون حالي ۽ بدبوءِ کان شهرين کي بيماري ٿيڻ ۽ شهر ۾ بيماري جي ڦڪڙجڻ واري خطري کان آگاهہ ڪيو. شهر جي راجا اُن خطرناڪ خطري مان جان ڇڏائڻ ۽ شهرين کي اُن نسوري موت کان بچائڻ لاءِ تڪڙو قدم کڻڻ لاءِ سوچيو. شهرين کي سمجهائيندي چوڻ لڳو تہ جيڪا ماجرا توهان پيش ڪئي آهي. اُها تمام تڪڙو قدم کڻڻ جهڙي حالت ۾ آهي. پر هُو بہ شهر جو هڪ پُر امن شهري آهي. اُن کي شهر جو ڪُتو ٻلو سمجهي، بندوق جا فائر ڪري مارڻ جي بجاءِ ، توهان شهر ۾ پڙهو گهُمايو (اطلاع ڪريو) تہ سُڀاڻي گهر کان ڪير بہ ٻاهر نہ نِڪري، اسان هاٿي کي ڪنديندا سين. هاٿي اُن کي گهُمائي ڦيرائي پنهجن مِٽن ۾ ختم ڪري ڇڏيندو. ٻئي ڏينهن تي ڪلاڪ کن لاءِ شهر راجا جي حُڪم تي بند ٿيو. ڪلاڪ کن اندر شهرين جي ٻڪرار مان جان آجي ٿي. انهن سُک جو ساهہ کنيو شهر جا ماڻهُو پنهنجن گهرن ۾ وڃي آرامي ٿيا. هوڏانهن الله تبارڪ وَتعاليٰ، عزرائيل کي حُڪم ڪيو تہ وڃي ٻڪرار کان پُڇي اَچ تہ الله سائين پُڇي ٿو تہ وري ياري جي دعويٰ ڪندين!.

ٻڪرار پُڇيس تہ تون ڪير آهين؟ جواب مِليس تہ آئون عزرائيل آهيان. ٻڪرار عزرائيل کي چوڻ لڳو تہ، الله سائين کي مُنهنجي طرفان چئو تہ، ٻڪرار چئي ٿو تہ، مون تي رَحم ڪائي. مونکي هڪ ڀيرو زندگي ڏيو.

مونکي وري ٻڪريون موٽائي ڏيو. آئون وري ياري جي حُجت ڪريان. ۽ پوءِ منهنجي ٻڪرين جي مرڻ جو سلسلو وري شروع ٿئي. مُنهنجون وري ٻڪريون سڀ مري وڃن، مونکي قتل ۾ زخم ٿين. مُنهنجو وري نئين سنئين ماس ڪينئان ڪائين. آئون ڏٻ ڪري وڃان، شهرين جو وفد راجا وٽ پُهچي. راجا هڪ پيرو وري مونکي مارڻ لاءِ هاٿي موڪلي، ۽ هاٿي مونکي پنهنجي سونڊ ۾ وجهي، گهُمائي ته جيئن آئون توهان جو ديدار ڪريان. عزرائيل گُم ٿي ويو. ٻڪرار جي لاش جو ڇا ٿيو اُن جي ڪا خبر ناهي.

جوڳيئڙا جهان ۾، هڪ نوري پيا ناري،
ٻري ڄڻ ٻاري، آئون نه جيئندي اُٺري
شاه لطيف

# عِشق سَلامت
# يا عِشق جو دونهون

اُستاد محمد صديق پُڌائيندو هو تہ ڪيترين صدين کان سنڌ ۾ گڏجي اوطاقن تي ويهڻ، ڪچهريون ڪرڻ ئي معلومات جو ذريعو هوندا هُئا. هِن وقت مچ تي ڪچهري بہ ختم ٿي ويئي آهي. پر اڳي اوطاقن تي چُلھ تي ڪچهري ٿيندي هُئي. لوڪ ادب جو اُن وقت عُروج هو. ڪافي ڪلام، ٽِڙبيت، ڏور ڳُجهارت، ڏِٺ، ٻهاڪا، چوٽيون ڪيترين ئي وصفون ئي صنفون ٻُڌڻ لاءِ مِلنديون هُيون. مُحبتِ ڪرڻ جو انداز بجاءِ دوکي بازي جي سچي پيار ۾ انتظار تي مُشتمِل هوندو هو. مُحبت ۾ پيار ڪرڻ وارا، مهينا ۾ سال ڇا پر جمارون اِنتظار ڪندا هُئا. ڪيترا مُحبت ڪرڻ وارا اِنتظار ڪندي، اُميدن جي سهاري تي جيئندي، الله جي رضا سان ڪي پيارا ٿي ويندا هُئا. رِشتو موڪلڻ، پيار جو پرٽو ڪرڻ، ڪورٽ تي نِڪاھ يا ڀڄائي وڃڻ. ڪاري ڪري مارڻ، جو تہ ڪو سوچي بہ ڪونہ سگهندو هو.

پيار ۾ مُحبت ڪرڻ وارن جي هميشہ اِهائي سوچ هوندي هُئي تہ:

مِليو تہ مِلندياس، نہ تہ گهوري جان جَتن تان.

اُستاد سائين واقعي جي يا قِصي جي ٻُڌائڻ جي شُروعات ڪندي چيو تہ:

گهڻا سال يا صديون اڳ ڪنهن خبر يا واقعي جو اِطلاع جو ذريعو هي ماڻهوءَ ۾ هي ڪچهريون هُونديون هُيون. ميڊيا يا اخبارون تہ ڇا، پر ٽپال يا ڪنهن سواري جي سهوليات بہ نہ هوندي هُئي. هر واقعو هڪ ماڻهو کان ٻئي تائين پُهچائڻ جو ذريعو ڪچهري ۾ گڏجي ويهڻ هوندو هُو. هر وڏي کان وڏي

حقيقت يا وڏي ڪان وڏي سچ جو ماڻهن تائين دير سان پهچڻ جو سبب ٿي اِهو آهي تہ ڪابہ سهولت مُيسر نہ هئي. نسل در نسل ماڻهن جي ذريعي هڪ ماڻهو ڪان ٻئي ماڻهو تائين يا هڪ نسل ڪان ٻئي نسُل تائين پهتي. اُستاد ٻڌائيندي چيو تہ، وڏا ڳاله ڪندا هُئا, تہ ڪنهن ماڻهوءَ حُجت ڪندي شاه عبدُاللطيف ڀٽائي ڪان پُڇيو تہ سائين گُستاخي معاف ڪجو توهان ڪڏهن عشق جي باه ڏٺي آهي؟ لطيف سائين ٿورو سوچي پنهنجن مُونَ (گوڏن) ۾ منهن وِجهي چوڻ لڳو تہ عشق جي باه تہ نہ ڏٺي اٿم پر عشق جو دونهون ضرور ڏٺو آٿم. پُڇڻ واري پريشاني واري حالت ۾ پُڇندي چيو تہ! قبلا سائين اسان ڇِهڙن گُناه گارن ڪي ٻُڌائي سگهندئو؟ لطيف سائين ڪي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا. اکيون صاف ڪري چوڻ لڳو تہ، گرمي جي موسم هئي. آئون ريگستان مان گُذري رهيو هُوس. ڏِٺم تہ هِڪ انسان وينو آهي. اُن ڪي گهِرائي سان ڏِسڻ ڪان پوءِ، مون ڪي اندازو ٿيو تہ هي دردن جو ماريل ستايل انسان آهي. پُڇومانس تہ ڪير آهين؟ جواب ۾ ويني هنٺ اکيون جهُڪائي چوڻ لڳو تہ سائين پُڇوس تہ ڪير آهي. وَري شاه صاحب پُڇيس تہ ماني کائيندين، تہ پاڻ چوڻ لڳو تہ چئوس تہ کائي! شاه صاحب سوچي ورتو تہ هي ويچارو ستايل ٿو لڳي. پنهنجي وَس ۾ ناهي. ٿوري دير لاءِ شاه صاحب اُن ستايل اِنسان سان ويهي رهيو. هُن جي دِل وَٺان ڪُجه ڳالهيون ڪري پاڻ سان گڏجي هلڻ تي راضي ڪري وِڌئين. ٻئي گڏجي اُٿيا ۽ ڪنهن واٽ سان هَلڻ لڳا. وري شاه صاحب ڳالهائڻ جي ڪوشش ورتي. پاڻ پُڇاياڻينس تہ ڪير آهين؟ ڪِٿان ڪان آيو آهين؟ توکي آخر ڪِهڙي تڪليف آهي؟ يا توسان مسئلو ڪِهڙو درپيش آيو آهي؟ وري بہ اُهو ستايل انسان جواب ۾ چوڻ لڳو تہ ڪير آهي. شاه صاحب پريشان ٿي سوچڻ لڳو!

- نہ ڪلن نہ ڪِين ڪِي، نہ ڪِي ڳالهائين،
ڪنهن جنهن ۾ آهين، سا پَرَ پرُڙڻ ڏاڪڙو.
رامڪلي شاه لطيف

فقير سائين تون جيستائين راز نہ سلينديں، تيستائين ڪيئن خبر پوي تہ توکي ڪِهڙي تڪليف آهي. اُن جي حل جي ڪوشش ڪيئن ڪجي. تون مونسان حال ڪر. الله تبارُڪ وَ تعاليٰ ڪندو تي سگهي تہ تُنهنجو

علاج منهنجي هٿان ٿي وڃي. ٿي سگهي ٿو ته الله سائين مونکي ٿنهجي ڀلي خاطر موڪليو هُجي. فقير اڪيون ڪٺي سائين ۾ ڏسڻ لڳو. شاه صاحب چيس ته ڳالهائڻ جي همت ڪر. الله تبارُڪ وتعاليٰ سٺائي ڪندو. ايتري ۾ هُن پاڻ ۾ همت پيدا ڪري اُميد رکي ڳالهائڻ شِروع ڪندي. چوڻ لڳو ته، آئون روپا ماڙيٰ جو رهندڙ آهيان. اسان جا عزيز هِتي ٿَر ۾ رهندا آهن. آئون مِٽن ماٽن ۾ وَسڪاري جا ٻه مهينا گُذارڻ جي خيال سان گُهمڻ آيو هُئس. آئون اڪيلائي پسند انسان 10 سالن جي ڄمار کان آڪيلو رهندو اچان. مُنهنجا عزيز به مُنهنجي اڪيلي رهڻ کان واقف هئا، با خبر هئا. تِن مونکي پنهنجن گهرن کان ٿورو پري هڪ چونئرو نميل هو اُن ۾ رهائڻ جو انتظام ڪيو هو. ٻنپهرن جي ماني هڪڙي ڇوڪري (جنهن جي ڄمار لڳ ڀڳ ارڙهن سال هُئي). کٺي آئي. مونکي پاٽي به رکي ڏنائين ڇوڪري اچان اُتي ويٺي هُئي، ته مون جيئن ئي گِرهه ڀڃڻ ۾ ماني کائڻ جي شِروعات ٿي ڪئي ته. گِرهه ڀڃڻ سان ڇوڪري چيو ته ڇا توهان ۾ ماني گڏجي کائڻ، يا صلاح هڻڻ جي ريت ڪانهي. هُن جو ايئن چوڻ ته منهنجون پنج به ويون ته ست به ويون. ڇوڪري واپس پنهنجي گهر هَلي ويئي. مون ماني جو پهريُون گِرهه جيڪو کائڻ لاءِ ڀڳو هُو تنهن کي به واپس ٿانءُ ۾ رکي ڇڏيم. ٿوري دير کان پوءِ ڪانپوءِ ڪو گهر ڀاتي ماني جا ٿانءُ کڻڻ آيو ڏنائون ته ماني جهڙي آهي. تهڙي پئي آهي. (مونکي عزيز ٿر وارا ميانجي چوندا آهن) هُن مونکي مُخاطب ٿيندي چيو ته ميان جي ماني ڪاءِ نه مونکان وات مان نڪري ويو. چوينس ته ڪائي. آئون بنا ماني کائڻ پنج ست ڏينهن اُنهن وَٽ رهيس هو حسبِ معمول ماني موڪليندا رهيا، ۽ سمجهائيندا رهيا. يا ماني ٽُڪر کاءِ نه ته پوءِ هِن جوءِ مان وَڃ هَليو. اسان ٿان ماٺهو نه کِلاءِ اسان عزتٰ وارا ماٺهو آهيون. راڄ ۾ اسان جي عزت آهي. تون اسان ٿان ماٺهو نه کِلاءِ اُنهن جي چوڻ ڪانپوءِ به آئون وڃان هليو وريو موٽيو اچان. آخر ڪار هِڪڙي رات چار پنج ڄڻا (اسان جا عزيز هُئا) اُنهن گڏجي مونکي ڏاڍو ماريو. اُن ڪانپوءِ اُنن ٿي کٺي الائجي ڪهڙي نا معلوم (ٻونءِ) جاءِ تي ڇڏي ويا هليا. اڄ الائجي ڪيترن ڏينهن کان پوءِ توهان جو اچڻ ٿيو آهي. ۽ مون توهان سان حال ڪيو آهي. ايترو به ڄاڻان ٿو ته راز ظاهر ڪرڻ ڪيڏو نه وڏو ڏوهه آهي.

مونکي منهنجي مُرشد جو هڪ بيت ياد آهي، جيڪو راز کي ظاهر ڪرڻ تي منع ڪري ٿو) لطيف سائين ميان جي چئي ٿو تہ اِهو ڪِهڙو بيت آهي. هو پڙهن جي ڪوشش ٿو ڪري:

نينهن نمائين جانءِ، ڍڪي ڪوهہ مَ ڍڪئينءِ،
جي جر جيري چڏيءِ، تہ ڪيئن پچندا ٿانءِ
سندي ڪنيارانءِ، ڳن ڪريجان ڳالهڙيءِ
شاهہ لطيف

چوندا آهن تہ، سِڪ تہ لِڪ، نہ تہ دِڪ نہ ڍورن جيئن.

سائين اچ توهان آيا آهيو. مونکي حوصلو مليو آهي، ڪجھ اُميد ٿي آهي. شاهہ صاحب چيس، مونکي اِنهي صورتِ حال جي خبر آهي. هي مُنهنجا مُريد آهن. هل مونسان گڏجي، تُنهنجي اِن سان شادي جو اِنتظام ڪري نِڪاح ٿو ڪرايان. فقير چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن منهنجي واقع شادي ٿا ڪرايو تہ بهشت جي چِٺي آئون توهان کي ڏيندس.

شاهہ صاحب جن فقير کي وٺي، سِڌو انهن جي ڳوٺ آيو. سڌو اُنهن جي گهر ڀُهتو اندر داخل ٿيڻ لڳا، تہ فقير کي خوف ٿيڻ لڳو تہ ماريندا. فقير بيهي رهيو. شاهہ صاحب چيس تہ بينو چو آهين. مُنهنجي پويان اچ، اندر گهر ۾ داخُل ٿيا. گهر وارن ميان جي کي ڏنو تہ ڪاوڙ تہ ڏاڍي ٿين. پر فقير اُنهن جي گهر مُرشد سائين سان گڏجي آيو هو سو مِٺي بہ ماٺ تي عمل ڪندي چُپ رهيا هُئا.

شاهہ صاحب گهر وارن کي چيو تہ ماني ٺئي چٽا ڪائينداسين، ٻُک لڳل آهي. پر ماني ناهڻ لاءِ ڦلاٽي چوڪري کي چئو تہ اُها ماني پچائي. نہ رُڳو اها ماني پچائي پر کٽي اچي. چوڪري ماني پچائي تيار ڪئي. گهر وارن چيس تہ ماني کٽي اچي رکي. چوڪري کي سائين چيو تہ، ٻُٽ ڳرو پاٽي جو پري کٽي آءِ تہ هٿ ڌوئون. چوڪري ڳرو پاٽي جو پري سائين جا هٿ ڌٽارڻ لاءِ اڳتي وڌي تہ سائين چيس تہ، پهرين مِهمان جا هٿ ڌُٽاريا آهن. فقير اُٿي ٻاهر هٿ ڌوئڻ لاءِ وڌيو تہ چوڪري هٿ ڌوئڻ لاءِ پاٽي کٽي هٿ ڌوئارڻ لاءِ فقير جي هٿن تي پاٽي وجهڻ جي ڪوشش ڪئي. چوڪري پاٽي وِجهندي رهي،

فقير هٿ ڏوئيندو رهيو. اکيون، اکين سان اڙيون رهيون. نہ پاڻي ڳري جو ڪُتي، ۽ نہ هٿ ڏوپجن. هٿن تي جيڪو پاڻي پوندو رهيو. اهو زمين تي ڪِرڻ جي بجاءِ دونهيَ جي شڪل اختيار ڪري ويو. شاهہ صاحب جن ڏٺو تہ هي ڇا آهي. سي پاڻ اُٿيا ۽ چوڪري کان ڳرو ورتئون. پنهنجا هٿ پاڻ ڌوئي فقير کي پاڻ سان گڏ ويهاري (ننگر ڪيائون) ماني کائي اچي ويٺا. ہي عورت آئي سا ٿانءَ کڻي ويئي. شاهہ صاحب ٿوري دير ويهي، گهر ۽ پاڙي وارن کي گهُرائي ويهاريو. اُن کان پوءِ پاڙي جي وڏي ۽ گهر جي وڏي کي ويهاري چوڻ لڳو تہ ڦلاڻي چوڪري، جيڪا وڏي ٿي ويئي آهي. پر توهان اجان (اُٿاري) شادي نہ ڪرائي آهي. اَڄ آئون اُن جي شادي، پنهنجي هن فقير سان ٿو ڪرايان (جيڪو توهان جو عزيز بہ آهي). توهان جو ڇا خيال آهي. گهر وارن چيو تہ، سائين توهان جو هر حُڪم اکين تي. شاهہ صاحب چيو تہ مولوي گهُرايو تہ نِڪاح پڙهائيون. شادي جي جوڙي کي ويهڻ ۽ رهڻ جي اِجازت ڏني ويئي. ٿوري دير ويهڻ کانپوءِ گهر وارا بہ سُمهڻ جو سوچي رهيا هُئا. شاهہ صاحب چيو تہ آئون بہ ٿڪل آهيان، سُمهان ٿو. ۽ نئين جوڙي کي شاهہ صاحب چيائون تہ بابا توهان بہ وڃي سُمهي آرام ڪريو.

سڀ وڃي آرامي ٿيا. نئون جوڙو، نئين شادي، گهوٽ ڪنوار بہ سُمهي رهيا. سُمهڻ کان پوءِ فقير پنهنجي بِستري تي نئين ڪنوار کان ڇڏيو ڇڏيو. پاسو ورائي سُمهي رهيو آهي تہ، نئين ڪُنوار جيڪا شادي جي جوڙي ۾ هُئي. تنهن ڏٺو تہ اڌ يا مُنو ڪلاڪ گذري ويو آهي. ايترين تڪليفن کان پوءِ مونکي حاصُل ڪيو آٿس. هن وقت هو پاسو ورائي سُمهي رهيو آهي. تہ نئي ڪُنوار پاڻ پنهنجي گهُوٽ کي (جيڪو هن کي پنهنجن عزيزن ۽ پنهنجي مُرشد جي مرضي سان عطا ٿيو). ڇُهڻ شروع ڪيو. پنهنجي گهُوٽ جي ٻانهن کان جهلي پاڻ ڏانهن مُتوجه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ، ڏٺائين تہ هو اِنتقال ڪري ويو هو.

چوڪري جيڪا بہ ڪلاڪ ٻہ ٿيا هوندا. جيڪا اجان شادي جي آس واري جوڙي ۾ هُئي. اُها اُٿي پنهنجي ماءُ وٽ آئي. گهر جا ڀاتي جيڪي، اڃا هاڻ سُتا هُئا. اُنهن مان ڪِن کي ننڊ هئي. ڪيترن کي اَڃان ننڊ نہ آئي هُئي.

ڇوڪري ماءُ کي روئيندي ٻڌايو، توهان مُنهنجي شادي جِنهنْ سان ڪرائي آهي. هُو تہ اِنتقال ڪري ويو. شاهہ صاحب جاڳيو پيو هُو. اُهو بہ اُٿي پنهنجي فَقير وٽ آيو. تيستائين نئين ڪُنوار پنهنجي ماءُ سان گڏجي، پنهنجي تازي شادي ۾ تازي مَري ويل گهُوٽ وٽ پُهچي. اُن جي پَر سان سُمهي، پنهنجي ماءُ سان ڏُکاري ٿيندي ٻُڌائين تہ اِڇهو هيئن مَري ويو تہ ڇوڪري جا بہ پساهہ پورا ٿي ويا. گهر وارن ظاهر ۾ تہ ڏُک جو اِظهار ڪيو پر اصُل ۾ جِتي اُنهن کي پنهنجي نياڻي جي مَري وڃڻ جو ڏُک ٿيو اُتي راڄ ۾ خُوار خراب ٿيڻ کان بچي وڃڻ جو فاعدو ۾ خوشي مَحسوس ڪري رهيا هُئا.

رات جو ويهي، صُبح جو جنازن کي مُقام ۾ دفن ڪيائون. شاهہ صاحب بہ ٽيجهي تائين ترسي پيو. پاڻ ٽيجهي تي قبرستان ۾ قُل پڙهي، اُنهن کي السّلام عليڪُم چئي آواز ڏنائين. 3 پيرا سڏ ڪيائين، ٽي سڏ تي ڇوڪري انهيءَ ساڳي شادي واري جوڙي ۾ قبر مانْ ٿورو ٻاهر ٿي. لطيف سائين چيس تہ تڪڙ ۾ واپس نہ وڃجان ڪُجهہ سوال آهن، اُنهن جا جواب گهُرجن. هڪ تہ سڏ تي مَرد ايندو آهي. تون عورت ڇو آئي آهين. ۽ ٻيو تہ مون ٽي سڏ ڪيا، تڏهن تون ٽي سڏ تي آئي آهين. ٽيون سوال ۽ آخري سوال آهي تہ سڏ تي اَچڻ مهل تو هڪ هٿ سان اِشارو ڪيو ۽ ٻي هٿ سان مونکي سلام ڪيو.

ڇوڪري چوڻ لڳي تہ قِبلا سائين، سڏ مون پهريون ئي ٻُڌو. پر مون وٽ اُن مهل مهمان اچڻ وارا هُئا. ٻيو سڏ توهان ڪري وِڌو اُن مهل مِهمان مون وٽ دروازي تي پُهچي چُڪا هُئا. ٽيون سڏ جنهن مهل توهان ڪيو. اُن مهل مهمانن کي پينگهي ۾ ويهاري اُنهن کي هڪ هٿ سان لوڏو ڏنو. ۽ ٻئي هٿ سان مون توهان کي سلام ڪيو آهي. باقي توهان جو سوال تہ سڏ تي هميشہ مَرد ٻاهر ايندو آهي. آئون عورت ڇو ٻاهر آيس! تہ مُنهنجا حُضور عِشق جهڙو هُن کي هو اِهڙو مونکي هو. پر مون ڪنهن سان بہ حال نہ ڪيو. پر هُن توهان سان حال ڪري وڌو. تنهن ڪري عِشق جي عدالت هن کي سزا ٻُڌائيندي، اِها پابندي لڳائي آهي تہ هُن تي ڏينهن قيامت تائين ڳالهائڻ تي بندِش آهي. ڇوڪري قبر ۾ لَهي ويئي. قبر اِهڙي ٿي ويئي شاهہ صاحب واپس آيو. شاهہ صاحب جي وات مان ڪُجهہ لفظ نِڪتا:

آڄ نہ اوطاقن ۾، سندي جوڳين جوڙ
ساري سناسيُن کي، کاهي تيس کوڙ
مَنَ جنين سان موڙ سي لاهُوتي لَڏي ويا.
(رامڪلي) شاهه صاحب

## سُر کاهوڙي ـ باب پهريون

### بيت

مون سي ڏٺا ماءِ، جَني ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نہ سگهان ڪا، پريان سندي ڳالهڙي.

مون سي ڏٺا ماءِ، جَني ڏٺو پرين کي،
رهي آڇجي راتڙي، تِن جُنگن سندي جاءِ،
ٿني جي ساڄاءِ، ترهو ٿيندي تار ۾.

ويون ٽپ پئي، ڪيريون ڪاهڙين جون،
آئون تن ڏوٽيڙن جو پُڇان ڪير پڇي،
رُڃن رات رهي، جَنين ڏونگر ڏور هُئا.

پارٿا پُڇي آءِ، خبر ڪاهوڙين جي،
ڏوٽين ڏونگرٿان، ڪنهن پر ڏورئو ڏٺ کي.

تان وَڃ ويهي آءِ، اڱڻ ڪاهوڙين جي،
جوش ڏناٿون جِيءَ کي، لِڪائي لوڪان،
ڏوٽين ڪنهن ڏُکان، سُمهي سُک نہ ماڻيو.

تون هَڏ ڪچاڙ ٿا، سنجهي سعيد نہ ڪرين،
سوار سند ڪٽي، ڪاهوڙي وٺا.

آٽيدين ڪٺان، ڏٺ ڏوراهين ڏيه جو
ڏوٿي سا ڏورين، جا جُوءِ سُٺي نہ پڌي،
ياسا مٿي پاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙين،
وِٺا تِتِ و وڙين، جِت نِهايت ناهڪا.

ڏونگر ڏُڪارو ڏٺم ري ڏوٿيئين،
پهڻن رُنو پاڻ ۾، سچو ڏينهن سارو
ڳُجهو تِن ڳارو، ڇِپر هو ڇَٽ هٺا.

ڪِ ڪي ڪاهُوڙي، ڇِپر ۾ سڏ ٿِيئو
اڳي ٿي سُٺي، اُنهنين سندي ڳالهڙي.

مون ڪاهوڙي لڪٺان، گهرين نہ گهارين،
واحد لڳ وِلهن ۾، رويو جر هارين،
گوندر گُذارين، جو ڏوٿي ڏٺ گڏ ٿٺا.

مون ڪاهوڙي لڪٺا، ويهي نہ ويرم ڪن،
ڏينهن تتي ۾ ڏونگرين، ڪارڻ قُوت ڪمن،
جهنگل ۾ جهٽڪن، جُنہ ڏوٿي ڏٺ گڏ ٿيٺا.

اَللهَ جِيئَن نَالوءِ، تِيئَن مَون وَڏو آسَرو
خَاوِندَ تُنهِنجِيءَ ڪَانڌِ جو پَرو نَہ پَاندَ ڪو
نَالو رَبَ سَندوءِ، رَهِيو آهي رُوحَ ۾.

مِنو جِيئَن نالوءِ ، تِيئَن مُون وڏو آسَرو
تو دَرُ نَاهِ جهِي مُون پِٺا دَرَ گهڻا نِهارِئا.

جيڏو تُنهِنجو نَانءُ، بَاجهَ بِہ اوڏِيَائِي مِڳَان،
رِءَ ٿَيِين رِءَ ٿُوٽِيين، ڇَپَرِ ٿُونهِين ڇَانءَ،
ڪُجَاڙو ڪمَان، توکي معَلُومُ سيَڪا.

مروُن ڪِينَ وَلَنِ، پَکِي ڪَنِ نَہ پورهِيو
جَانِ ٿُو ڏِينداَرُتَنِ، تَانِ آسَ آسانهِين نَہ لَهي،

جَڏِهِين ٻُڏوسُون، تہ تُو بَخشِين بدڪارَنِ کي،
تَڏِهِين اُتِي مُون، وِتُوگَسُ گُنَاهہَ جو.

مَ ڪَرِ ڍولَ ڍِلو تَاتو نِماڻِيُنِ سين،
ڪونهي ڪَمِيڻِيُنِ جو ٻِگَرِ تو ٻِلو
تُنهِنجو تَانءِ ٿِلو وَڻَئو وينِي آهِيَان.

سَٿُر ڪِج سَتَارَ آئُون اُگهاڙِي آهِيَان،
ڏِڪِين ڏِڪَڻهَارَ ڍَيئِي پَاندُ پَنَاهہُ جو.
ڪَرِ ڪو پيرو ڳاندُ، مُون نِماڻِيءَ جي نِجهُري،
پَکِي چِنَا پَاندَ، ڳُنڍُ نہ جَاڻي ڪو ٻِئو.

جِيئَن تُون قَائِمُ ڳاندُ تِيئَن آئُون وَرَ وِلهِي مَرِتَّان،
پِرِين تُنهِنجي پَاندَ، ڍولا ڏِکِي آهِيَان.

ڳاندُ ٻِئَنُون ڪيترا، مُون وَرُ وَڏِي ڪَانڍِ،
پَاٽَان ڏِکي پاندِ، عَيب مُنهِنجا ڍَڪِئَا.

ڳاندُ ٻِئَنُون ڪيترا، مُون وَرُ وَڏِي وَٽُ،
پَاٽَان ڍَيئِي هَٿَ، عَيب مُنهِنجا ڍَڪِئَا.

ڳاندُ ٻِئَنُون ڪيترا، مُون وَرُ وَڏِي جُوءِ،
لوڪَ نَہ آچِي اُوءِ، ڏِٺَا ڏوهَہ اکِنِ سين.

ڳاندُ ٻِئَنُون ڪيترا، مُون وَرُ وَڏِي ذاتِ،
عَيب نَہ آچِي واتِ، جي ڏِسي ڏوهہَ اکِنِ سين.

وَرَ سين وِجهئو ڳاڻِ، ڪَرَ سين ڪِلِئو اُٿِيين،
تُوري مُندَ آجَاڻِ، ڪَڙَ ڇَڏِئو ٻُہَ ميڙِيين.

مُسَنِ مُنهَن سَنِرا، کَرِئَا گهَٽُو کِلَنِ،
سي ٿان وِسِرِئَنِ، آئِيا جَنِ ڳَمَنِ لَيءِ.
ڦِرِئَا پَسِي ڦِيڻُ، کَرِئَنِ کِيرُ نَہ چَکِئو
دُنِيَا ڳَارَڻِ ڏِينُ، وِڃائي وِلَهَا ٿِئَا.

جَرَ تي ڦوٽو جِيئَن، لَڳِي لَهرِ آڏَ ٽِئَي،
ٽُون پَڻِ آهِين تِيئَن، دُنِيَا ۾ ڪو ڏِينهَڙو.

وِيئي ڳَالهَ هَٿَان، سَا ڳَالهَ نَہ اچِي ڪَڏِهِين،
ڳَالهُوٽِيءَ ڳَالهَا، وِڏو وِڇُ وَرهِينِ کي.

ڏَٽِي سوواِرِيين وَاءَ، جو مِيڙَائُو سَڄِٽِين،
وَنهِينءَ واڻَ مَٿَان، هِينئَڙِي آسَرَ نَہ لَهي.

اڄُ پَڻِ اڳُڻُ ڪِيٽَانِ، آسَرَ لَڳِي سورِيَان،
ڏُونگَرِ ڏِينهَن لَڳَانِ، مَان نَہ وَرِ ڳِنِ سُپِرِين.

مَان نَہ وَرِ ڳِنِ سُپِرِين ڏُنگَرِ لَڳِنِ ڏِينهَن،
ڪِيَسِ نِمَاٽِي نِينهَن، آيَلِ ٻَروچَنِ جي.

نيڻَ نِهَارا مُون ڪِئَا، مَٿي وَاٽَڙِيُنِ،
اِيندا مَان نَہ پَسَنِ، مَٿَان سَڳَرَ سُپِرِين.

نيڻَ نِهَارا مُون ڪِئَا، ڪِيچِيَنِ ڳَارَڻِ ڳَالهَ،
اِيند پَسَنِ شَالَ، اوٺي آرِيءَ ڄَامَ ڄَا.

نيڻَ جي نِهارا مُون ڪِئَا، اوٺِيَنِ ڳَارَڻِ اَڄُ،
پُنُهُون ڄَامَ پَهچُ، تہ لاهِيُون اُڃَ اَکِيُنِ کي.

نيڻَ نِهَاري مُنهِنجَا، روئِي ٿِئَا رَتُ،
پُنُهونءَ هوءِ پَهَتُ، پَارِي نيَڻُ پَاڻَ سَين.

نيڻ نِهاري مُنهنجا، روئي رَتُ ڳوڙها،
جي هئان هوت وِٽا، سي آڇن تہ آڇي ڳوڙهان،
نيڻ نِهاري مُنهنجا، رَتُ ڳوڙها روئي،
ڏکن جي ڌوئي، آهي هٿ آسُونهِ جي.

مديني جا مِيرَ، سُڻُ سندا مُون سڏڙا،
جي سَرِڻِ تُنهِجيءَ سِيرَ، ٻارِ لنگهاءِ ٻهِيڙا.

مدِيني جا ڄامَ ، سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
نَنڍا وڏا اُمتِي، اوڀائين آيامَ
سَرِڻِ تُنهِنجِيءَ سامَ، ٻارِ لنگهائيين ٻهِيڙا.

مدِيني جا گهوٽ، سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
آجهي تُنهِنجي اوٽ، ٻارِ لنگهائيين ٻهِيڙا.

مدِيني جا گهوٽ، سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
ڪرِ مُحمّدَ موٽ، عَاصِي تُنهِنجي آسري.

مدِيني جا شينَ سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
ٻر مُبارڪ پيرَ عاصي تُنهنجي آسري.

مدِيني جا شاهَ سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
ڪارڻ لَڳِ الله، سِگهو رَسِج سيگهه م.

مدِيني جا ڏَڻي، سُڻُ مُنهِنجا سڏڙا،
خَطائُون ڪئِي، ڏِنا ڏوهَ بَخشِيين.

جِتي ڏِيندا ڀِڙا ، واعِدا ۽ وَعِيدَ،
سُڻج سَڏَ سَعِيدَ، لِلهِ لَڳِ لَطِيف جا.

وَڃُ ءُ مَدِينِي مڱڻا، اکِيُون پير ڪري،
سُنّتَ سِرُ ڌَري، چُمج چائنٹ رَسُولَ جي.

مَرڪِئو مَدِينُو ٻِئَا ڪوٽَ ڪُفّارَ جَا،
ڪُفرُ ٽِٽو هِيٺُو وَڏيو دِينُ رَسُولَ جو.

ٻَليءِ لَڳِي آهِيَان، مُون کي ڇَپَرِ ٿان نَہ ڇَڏيجَا ٻاروچَا،
پُنهُونَ مُنهِنجُو آن سين، آئِين سَاٿَ سَلامَتَ نيجَا،
ڇوري ڇِنِي آهِيَان، مُون کي لَنگهَڻُ ڇوڙائيجَا،
جوڳِي ڪو ويسُ، ڪَري، مُنهِنجِي سِڱهَڙِي سَارَ لَهيجَا،
مُون تَان وَڙُ وِڃَايو آئين ڪو پَنهنجو وَڙُ ڪَريجَا،
آرِياڻِي عَبدُاللطيفُ چَئي، وَهلَڙِي وَهرَ ڪَريجَا.

## سالِڪ مون سيڪار....

بيت

مونکي مون پرين، پڌي وڌو پار ۾
اُيا ايئن چون، متان پانڌ پُسائين.

بيت

پيو جو پاتال، سو پُسڻا ڪِيئن پالهو ٿيئي،
سالِڪ مون سيڪار، ڪو پَهِ اِنهي پانڌ جو.

بيت

ڪر طريقت تڪيو، شريعت سُڃاڻ،
هينئون حقيقت هير تون، ماڳ معرفت ڄاڻ،
هوئيج ثابوتي ساڻ، تہ پُسڻان پالهو رهين.

شاهہ

**تشريح:**

الله تبارڪ و تعاليٰ هن ڪائنات جي مالِڪ سڀ کان پهرين آدم عليہ السلام کي پيدا ڪري، سندس جيون ساٿي بيبي حوا نالي جوڙي ۾ شرف بخشيائين ۽ پنهنجي مُقرر ٿيل اُصولن تحت اِجازت ڏنائين، توهان جي جتي دِل چوي اُتي وڃي گهُمو ڦرو پر هن شِجر (ڪڻڪ جو ڏاڻو) اِن نزديڪ نہ وڃجئو.

پالڻهار آدم عليہ السلام ۽ ڏاڏي حوا توهان جا پيارا هئا. اسان تہ هڪ نفيس هڪ اهڙي ڪائنات ۾ جتي دنيا جون سڀ آسائشون، خوبصورتي ۽ خبر ناهي تہ ڏسڻ ۾ ڇهڻ لاءِ سڀ ڪُجھ موجود هُجي اُتي اسان ڪمزور انسانن کي اُن تي ضابطو لاڳو ڪرڻ متان پانڌ پُسائين. اسان جي وس جي ڳالھ ناهي، پر جڏهن لطيف سائين هڪ عقيدو ۽ ضابطو سمجهائيندي اِهو ڪُجھ سيکاريو تہ هوئج ثابوتي ساڻ (تقوا) تہ پُسڻان پالهو ٿئين.

ڪيڏي نہ وقتائتي رهنمائي آهي، جيترو ضابطو عظيم آهي، اوتروئي ٻڌايل رستو يا ڪيل هدايت ڪيڏي نہ عظيم آهي. جيستائين الله تبارڪ وتعاليٰ جي رحمت ۽ شفقت جو هٿ رهندو تہ انشاءِ الله سالڪ جي ڏسيل راھ جي سهاري چڙهي پار پوندا سين.

## سالڪ مون سيڪار..........

ڪنهن زماني ۾ ڪن ٻن ڀائرن جو واقعو آهي، ٻئي ڀائر شادي شُدھ ۽ اولادي، پٽن جا پيءُ هئا. پر پنهنجي طبيعت ۾ ننڍي ڀاءُ ۽ اُن جي اولاد پنهنجي پيءُ ۽ وڏي ڀاءُ جي بيحد عزت احترام ڪندا هئا. اُن جي باجود وڏي ڀاءُ جي گهر واري ۽ اُن جي اولاد سميت نفرتُن جا انبار لڳائي ڇڏيا هُئا. ايستائين جو مائٽاڻي مِلڪيت مان ڪُجھ بہ ننڍي ڀاءُ ۽ اُن جي اولاد کي ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا. اُنهن جي زندگي ايتري تہ رحم جوڳي هئي، جو شهر جي جنهن بہ شخص کي هي خبر پوندي هئي يا معلوم ٿيندو هو تہ هيءُ اُنهن جو ڀاءُ آهي ۽ هي سندن اولاد آهي، اُن ماڻهون کي اکين مان روئڻ ايندو هو.

اهڙي زندگي مان تنگ اچي اُن ننڍي ڀاءُ پنهنجي پُٽن کي پنهنجي گهر اندر اڪيلائي ۾ ويهي اُنهن سان صلاح مشورو ڪري ڪنهن نتيجي تي پُهتا. ننڍي ڀاءُ پنهنجي اولاد سان پنهنجي تڪليفن جو حل اِن ۾ سمجهيو تہ اسان کي هتان راتو رات نڪري وڃڻ گهُرجي. اِتي اِهڙي ڏُکي زندگي گُذارڻ وِک تي عذاب آهن. ٻئي پاسي هلي مزوري ڪري پيٽ پاليندا سين تہ اُن جو ايترو احساس نہ ٿيندو اُها تڪليف ياد نہ بيهندي پر هت پنهنجي مائٽياڻي مِلڪيت هوندي بہ گُذر بہ ٿا ڪري سگهُون.

اِهو ڪُجھ چئي سامان سڙو ٻڌي ڪنهن ٻئي پاسي نِڪري پيا. هلندا رهيا، رات گُذري وئي هلندا رهيا، صبح ٿيو ٻپهر ٿيا هلندا رهيا، ننه شامڌاري ڪنهن ٻيا بان ۾ ڪنهن وڻ هينان سامان رکي پيءُ پنهنجن پُٽن کي سڏ ڪري، هڪ پُٽ کي پيسہ ڏيندي چيائين تہ سامهون شهر نظر ٿو اچي اتو وڃي اچ، ٻئي پُٽ کي چيائين تہ دلو کڻ ۽ پاڻي ڳولها ڪري ڀري اچ، ٽئي پُٽ کي چيائين تہ ڪاٺين جي ڳولا ڪر ۽ پاڻ ڪنهن شئي جي ڳولا ۾ نڪتو ۽ ٿوري دير کان پوءِ ٻين جي سٿري کٽي اچي وڻ جي هيٺان ويهي

نوڙي وٺڻ لڳو آتي وارو آتو وٺي آيو. پاٽي وارو پاٽي پري آيو ۽ ڪاٺين وارو ڪاٺيون ڪري آيو. سِج به لهڻ وارو هو ته هڪ پکي انهي وَڻ تي اچي ويٺو. اڻ نوڙي وٺيندڙ پوڙهي پيءُ کان پکي پُڇڻ لڳو ته سائين توهان ان نوڙي کي ڇا ڪندئو. ته پاڻ چوڻ لڳو اسان جي مسڪيني حالت جو مُشاهدو ڪيو آتئي، صبح لاءِ مون وٽ ڪُجه به نه بچيو آهي سانجهي ٿوري دير کان پوءِ توکي ڦاسائيندا ۽ صبح جو توکي بازار ۾ وِڪڻي آتو وَنداسين. پکي چوڻ لڳو مون مسڪين جي ڦاسائڻ مان ڇا ملندو؟ توهان جي مسئلي جو حل اِن ۾ آهي ته ٿوري دير کان پوءِ مونکي ڦاسائڻ جي بجاءِ اِنهي وَڻ جي پاڙ کي کوٽيو توهان کي ايترو ڪُجه مِلندو جو توهان جا سڀ ڏُک درد ختم ٿي ويندا.

ٿوري دير کان پوءِ پکي اُڏامي ويو ۽ هي اُن وڻ جي کوٽائي ۾ لڳي ويا. ٿوري کوٽڻ کان پوءِ انهن کي هڪ ٿانو نظر اچڻ لڳو اُن ٿانو کي ڪڍي ٻاهر ڪيو ته اهو ٿانو سونين گينين مان پريل هو. اُنهن سڀني گهر ڀاتين الله جا شُڪرانا ادا ڪيا ۽ سامان ڪٽي وري واپس پنهنجي ماٽناٽي گهر موٽي آيا. ۽ سُکي زندگي گُذارڻ لڳا. ٻئي پاسي وڏي ڀاءُ جو اولاد ۽ اُن جي گهر واري ۽ پاڻ اُنهن جي زندگي گُذارڻ جو طريقو تباهي تي رواِن دوان هو. ننڍي ڀاءُ جي سُکي زندگي گُذرڻ جو سِلسلو شِروع ٿيڻ سان وڏي ڀاءُ کي حيرت ٿي. ته اِنهن جي زندگي ۾ ايتري تڪڙي تبديلي ڪيئن آهي! آخرڪار وڏو ڀاءُ نڪ جي نِرجائي کي هڪڙي پاسي ڇڏي ڀاءُ جي گهر آيو. پُڇڻ لڳو ته توهان جي خوشحالي جو راز ڇا آهي؟

ڀاءُ ان کي پنهنجو سمجهي سموري حقيقت ٻڌائي. اُن حقيقت کي ٻُڌڻ کان پوءِ وڏو ڀاءُ به پنهنجي عيال سميت اُن طرف نڪري ويو. ۽ اُن وڻ هيٺيان اچي پنهنجو سامان رکيائون. پکي به آچي وڻ تي ويٺو هن پُٽن کي سڏي ننڍي ڀاءُ جيان پنهنجن پُٽن کي ڪمن جو چيو ته پُٽن بجاء ڪمن ڪرڻ جي پنهنجي پيءُ کي ابتا جواب ڏنا ۽ چوڻ لڳا ته توکي به ته الله هٿ ڏنا آهن تون پاڻ نه ٿو وڃي اِهي ڪم ڪري اچين. ۽ پاڻ ڊپن جي نوڙي وٺڻ لڳو حسب معمول پکي پُڇڻ لڳو ته نوڙي ڇا لاءِ پيو وٺين ۽ ڇا ڪندي نوڙيَ کي؟ ته ان تي هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ وارو جواب ڏنو ته توکي ٻڌي وِڪڻندس. پکي بجاءِ

اُڏامڻ جي اُن سان مخاطب ٿيندي چوڻ لڳو تہ پنهنجا ٻڌي چڏيا اٿئي جو مونکي ٻڌندين.

پکي اُڏامي ويو ۽ هي مختصر عيال صبح جو موٽي پنهنجي گهر آيا.

سالڪ مون سيکار...............

300 سال گذري وڃڻ کان پوءِ بہ مفروزن مان جانَ تتي ڇتي، هر نئين ڏينهن تي ڪنهن نہ ڪنهن جي زباني نئون مفروزو ٻڌڻ لاءِ ملي ٿو. ڪنهن ڏينهن ڪو پُڇي ٿو تہ شاهہ عبدُاللطيف جي شادي ٿيل هُئي، ڪو وري بيت جي سٽ تنزيہ ٻڌائي ٿو تہ:

جنهن جي آڱر سيّد هٿ ۾، تنهن کي لهر نڪي لوڏو

ڪِن جو چُوڻ آهي تہ ڏيرن فقيرن مان شادي ٿيل هُئي. ڪي وري تفصيلي حالتن سان ٻڌائين ٿا تہ لطيف سائين پاڻ فقيرن سان ويٺا هُئا هڪڙي پوڙهي عورت ڊوڙندي آئي ۽ شاهہ صاحب کي چوڻ لڳي تہ جلدي ڪريو مڇي گهرائي ڏيو گهر واري جو روح پيو آهي، ان کي جلدي نہ مِلي تہ نقصان ٿي سگهي ٿو. شاهہ چوڻ لڳو تہ اِهڙو اولاد ئي نہ گهرجي جو ماءُ جي پيٽ ۾ آهي مڇي پلا گهرندو وتي.

اِنهن مفروزن، واقعن، حقيقتن جي ڪير تحقيق ڪندو؟ اِهڙن محققن جي ڪٿي ڳولا ڪريون، ڪنهن ۾ اُميد رکون؟

هڪ ڏينهن شاهہ عبدُاللطيف ڀٽائي جي موجودگي ۾ ڪچهري لڳي پئي هُئي، تہ سندس ڪنهن سني دوست جو اچانڪ اچڻ ٿيو ۽ هو شاهہ صاحب سان حُجت ڪرڻ لڳو. پاڻ ڪافي منت ميڙ جي انداز ۾ عرض ڪرڻ لڳو تہ توهان شادي ڪريو توهان جهڙي هستي جو اولاد گهرجي. تہ پاڻ ويٺلن ڏانهن هٿ کڻي فرمائڻ لڳا تہ جيڪي بہ سامهون ويٺل فقير آهن اِهي سڀ مُنهنجو اولاد آهن. ٿوري دير لاءِ اِن حقيقت کي جيڪڏهن قبول ڪجي تہ اِهي لفظ واقعي شاهہ عبدُاللطيف چيل آهن تہ ڪيڏا نہ اُهي خوشنصيب فقير آهن. جن کي شاهہ عبدُاللطيف ڀٽائي پنهنجو اولاد سڏي ۽ اِهڙا والدين جنهنجي اِن قسم جي جائيداد پويان اولاد لاءِ هجي. جنهن تي اولاد جو ڪو جهڙو يا تڪرار نہ هجي، جيڪا بيتن ۽ وائين جي شڪل ۾

آهي. جيڪڏهن اِهڙي جائيداد مان ڪو گهر به ڪندو ته ڏيڻ وارو بجاءِ جهيڙي ۽ تقرار جي فراغ دلي سان جيترو حصو گهُرندو اوترو ملندس.

سالڪ مون سيڪار.........

پٽ شاهه شهر کان چار ڪلو ميٽر ڏکڻ اوڀر طرف ڳوٺ ٺوڙها لنڙيون (دريا خان ٽالپر) اُن ڳوٺ ۾ ٽالپرن کان سواءِ ٻيون ذات برادريون به گهٽيون رهن ٿيون.

اُن ڳوٺ جو رهندڙ نالي الله بخش ٽالپر 1950 جي ڏهاڪي ۾ ايجوڪيشن ۾ سپروائزر هوندو هو. حيدرآباد تعلقي ۾ سندس زميواري هوندي هئي. پاڻ هڪ ليکڪ هو. سندس ڪتابن جانالا. ( راڻي جون رمزون، پرديسي جو پيار)نُمايان هئا. پاڻ شڪار جو شوقين هوندو هو. دونالي بندوق کڻي شڪار ڪرڻ ويندو هو.

ڪافي وقت کان پوءِ اُنهن جا عزيز جيڪي اسان جي ڳوٺ بخشو لغاري سان رهندڙ آهن. اُنهن کان وقتن به وقتن آئون پُڇندو هُوس ته سائين جا ڪِهڙا حال آهن. هڪ ڏينهن تمام ڏُک ڀري خبر ملڻ لاءِ ملي اُن جي عزيزن کان خبر پئي ته پاڻ شِڪار تي ويا هئا ٻين راڄ وارن سان گڏ سندس پُٽ جنهن جو نالو ياد نه اٿم اُهو ساڻن شڪار تي گڏ موجود هو. خدا ڄاڻي ته سبب الهي ڪهڙو هو پر سندس پُٽ پنهنجي پيءُ جي گولي جو نشانو بڻيو. مونکي جڏهن ان ڳالهه جي خبر پئي ته آئون تعزيت لاءِ اُن جي ڳوٺ ويس. سائين جي معلومات ورتم. سائين مليو. چيومانس ته دُعا جا قُل پڙهڻا آهن. سائين ساڻ ڪري سندن اوطاق تي وٺي هليا. دُعا گهريسون، جڏهن مون رڻا اِلاهي چيم، ته اکين مان پاڻي آڻي شاهه جي رسالي سُر سُهڻي مان هڪ بيت جون به سِٽون پڙهيون. جيڪي هن ريت هُيون.

بيت

اِنهي ٽَڙان مونکي ويندي ورهيہ ٿيا،
قطا آٽي ڪُنَ ۾ وِڏو گُهرائي گهران.
جڏهن پُنا پَريان، تڏهن تانگهوئي تار ٿيو.

شاه صاحب

اُن جو چوڻ هو تہ سڄي حياتي شڪار ڪيم، تہ ڪڏهن اِهڙو سانحو پيش نہ آيو. پر رضا اِلاهي جيڪي ڪُجھ ٿيو ۽ جيڪي الله سائين کي منظور هو. ڇا ٿو ڪري سگهجي.



| | |
|---|---|
| نالو: | چاچا محمد علي لغاري |
| ولديت: | گلڻ خان لغاري |
| ڄمڻ جو هنڌ: | بخشو لغاري |
| تعلقو ۽ ضلعو: | حيدرآباد |
| ڄم جي تاريخ: | 7 آگسٽ 1940ع |
| تعليم: | سنڌي فائنل پاس، اپريل 1954ع |
| پيشو: | هاري |

چاچا محمد علي لغاري! سنڌ سان محبت رکندڙ ۽ انسانيت ۾ ويساهه رکندڙ هي انسان، هميشه سنڌ جي حقن لاءِ مختلف پليٽ فارمن تان، پاڻ پتوڙيندو رهيو آهي.

چاچا محمد علي لغاري! لطيف سائين سان محبت ڪندڙ ۽ پتائي ڪي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جو انداز به هڪ نرالو ۽ نوناٽو آهي. پنهنجي سياسي تقريرن ۾ به هميشه لطيف سائين جا بيت اُچاريندو رهيو آهي.

چاچا محمد علي ڪچهرين جو ڪوڏيو يارن جو يار– چاهي اهي نوجوان هجن، يا پوڙها هجن.

چاچا محمد علي لغاري، ڪڏهن به ڪنهن سان ويساهه گهاتي نه ڪئي آهي. شال رب تعاليٰ کيس وڏيڪ ڄمار عطا فرمائي. ته جيئن سنڌ جي ڏکويل، پيڙهيل ۽ مظلوم ماڻهن جي وڏيڪ خدمت ڪري سگهي.

**لياقت عزيز**

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻَ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي همٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)